Shah Jo Risalo Ghulam Muhammad Shawani Sur Kaamod to Sur Sarang (5 Surs)

# رسالو شاھ عبداللطيف ڀٽائي

رحمة الله عليه

# غلام محمد شاھواڻي

رحمة الله عليه

## پنج سر

## سر ڪاموڏ

## سر گھاتو

## سر سورٺ

## سر ڪيڏارو

## سر سارنگ

انھن پنجن سرن ۾ آيل لفظن جون معنائون

# سُرُ ڪاموڏ

**سر بابت:**

ڪاموڏ، هڪ هندستاني راڳڻيءَ جو نالو آهي، جا ديپڪ راڳ جي پنجن پاريائن (زالن) مان هڪڙي آهي. هن کي ”سمپورن“ راڳڻي پڻ چوندا آهن. ڪاموڏ سنسڪرت لفظ ڪامودا جي بگڙيل صورت آهي ۽ معنيٰ اٿس؛ ڪام وهيڻي.
هن سر ۾ ڪوبه ڏاريون ڪلام نظر ڪونه ٿو اچي.
هن سر جون پڙهڻيون عموماً، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون قائم رکيون ويون آهن.

**آکاڻي:**

هن سر جي مضمون جو مدار، ڄام تماچيءَ ۽ نوريءَ جي قصي تي آهي، جو مختصر طور هيٺ ڏجي ٿو:
سمي گهراڻي جو هاڪارو حاڪم، ڄام تماچي ٺٽي ۾ حڪومت ڪندو هو. سندس حد ۾ هيلايا ٽڪريءَ جي هيٺان، ڪينجهر ڍنڍ جي ڪپ تي ڪيترائي مهاڻا رهندا هئا. اهي اڪثر ڪري ڪارا ۽ ڪوجها هوندا هئا، پر منجهن، نوريءَ نالي هڪڙي نينگر، نهايت حسين هوندي هئي.

هڪ لڳا، ڪينجهر ڍنڍ تي سير ڪندي، ڄام تماچيءَ جي نظر وچي نوريءَ تي پيئي. هن جو نوراني نراڙ ۽ ناز پريا نيڻ ڏسي، ڄام جي من ۾ محبت جي ميخ لڳي ويئي؛ ترت ئي مهاڻن کان سڱ ڇڪيائين، مهاڻن جون ڏهه ئي گهه ۾ پيون؛ سو خوشيءَ سان قبول ڪيائون. پوءِ ته شاديءَ لاءِ منڊل منڊجي شادمانا ٿي ويا. نوريءَ سان ڏاڍا سنهنج ۽ سولايون ٿيون. مهاڻن تان محصول معاف ٿي ويو ۽ ڍنڍ امداد ٿي ملين. آخر ڄام نوريءَ کي نوازي، آٺي محلات ۾ راڻين سان راڻي ڪري رهايو.

ڄام جو، نوريءَ تي ايترو ته آر هوندو هو، جو ڪڏهن ويهي مورچل مٿانئس هٽندو هو، ته ڪڏهن شيل شڪار لاءِ پاڻ سان ڪينجهر ڍنڍ تي وٺي ويندو هوس. چوندا آهن ته ”ڪر سهاڳڻ سا جڳ سهاڳڻ،“ سو سيڪا پيئي فوريءَ اڳيان نمندي هئي. خود سميون به اچيو هن جو نياز ڪنديون هيون. انهيءَ اوج ۽ عزت هوندي به، نوريءَ جو من نه وڌيو. هٺ ۽ وڏائيءَ جو منجهس نالوئي ڪونه هو.

هڪ پيري، نوريءَ جي نئڙت ۽ نياز جي امتحان لهڻ لاءِ، ڄام سڀني راڻين کي سنيهو موڪليو ته، ”اڄ شام جو سهي سنپري وهجو ته آءٌ، اوهان مان جنهن کي وڻندم، تنهن کي شيل شڪار لاءِ وٺي ويندس. نياپو

سٽي، سپئي سميون سينڌ سرمون ڪري سنپري ويٺيون، به نوريءَ نڪو ڪيو هار، نڪو ڪيو سينگار، اُتلو اباٽو وڳو ڪري ويهي رهي، ڇام حويليءَ ۾ آيو ته سپڪنهن ٿي اوچو ڳاٽ ڪٽي، ناز نخري سان ڪيس ريجهائڻ جي ڪوشش ڪئي؛ پر ڇام کي نوريءَ جي نهٺائي وڻي سو ڪيس وٺي گهمائي آيو. شاهه سچ چيو آهي ته: ”ڏول تنين جي ڏار، هيٺاهيون هلن جي.“

**روحاني راز:**

شاهه، مختلف سرن ۾ ڇاٽايو آهي، ته سائين سٺاٽو سردار آهي، ڪيس شرڪ ڪونه وڻي؛

”پاٽن ڌار پريان، ڪانڌ ڪنهنجو نه وڻي.“

هي ماٽي جو ماڳ نه آهي. ڪنبي ڪتڻ گهرجي. ڇنيسر سان جيڪو ڇاڳ ڪندو، سو خطا کائيندو، ڇاڪاڻ جو:

ڪانڌ ڪهين جو نه وڻي، گيرب ۾ گاءُ،

کائيندي سا گهاءُ، جا هوڏ ڪندي حبيب سين.

ساڳي هدايت ڏيندي، شاهه نوريءَ کي نئڙت ۽ نياز جي پتلي ڪري ٿو پيش ڪري ۽ ان مان سالڪ کي، سبق پرائڻ لاءِ تلقين ٿو ڪري.

پنهنجو حسب نسب ياد ڪري، نوريءَ کي هميشه اهو انديشو هوندو هو، ته متان اپار عيب ڏسي، ڪنهن وقت به محبوب مهر جو هٿ ڪٽي، دربدر ڪري ڇڏيم- انهيءَ ادڪي ڪري، هوءَ سهاڳ تي بار بنهه ڪانه ڪندي هئي ۽ سدائين ٻانهون ٻڌي ٻاجهه لاءِ ٻاڏائيندي رهندي هئي. ساڳي طرح سالڪ کي به سائين کان هردم عاجزيءَ سان عنايت گهرڻ گهرجي. پلي پلاري جو ڪيڏو به ڪٽي ڪير لاڏلو ۽ دادلو هجي، ته به آزي نيازي ۽ نئڙت ۽ نياز ڪرڻ جڳائي.

هن سر ۾ شاهه ”اُلٽي طلب“ جو ذڪر دوباره ڇيڙيو آهي. سر مومل راڻي ۾، الله کي انسان جو طالب بنائي، ڄاڻايو اٿس ته:

”تو جَنِين جِي تاتِ، تَنِ پُڙِ آهي تُنهنجِي.“

وڏيڪ ڏسو روحاني راز سر مومل راڻي جو.

نوريءَ کي ڄام ڇو نوازيو؟ تنهن جو راز ٻڌائيندي، شاهه واضح ڪري ٿو، ته نوري جي دل جو آئينو نهايت اوجل هو. مولانا روميءَ جو فرمودو آهي ته: ”جنهن جي دل جو آئينو ڪٽ ۽ گندگيءَ کان صاف ٿيل آهي، سو حقاني سچ جي سوجهري سان چڱيءَ ريت پرپور رهي ٿو.“

”اِنّ الله جَمِيلُ يِحّبَ الَجمَالَ“، يعني خدا خود سهڻو ۽ سونهن تي عاشق آهي، هڪ حقيقت آهي. جنهن انسان

جي اندر ۾ سونهن ۽ سوجهرو هوندو، تنهن کي ڏٽي ڳولي ڦولي پنهنجي وصل جو پيالو پياريندو.

# سر کاموڏ

## داستان پهريون

1

ٺُون سَمُون، آئُون گندِري[1]، مُون ۾ عَيبَنِ جُوءِ[2]،

پَسِي راڻِينِ رُوءِ[3]، مَٺان ماڱرِ[4] مَٺِيين!

2

ٺُون سَمُون، آئُون گندِرِي، مُون م عَيبَ اَپارَ،

پَسِي لِيءَ[5] لَغارَ[6]، مٺان ماڱرِ مَٺِيين!

3

ٺُون سَمُون، آئُون گندِرِي، مُون ۾ عَيبَنِ ڪوڙِ[7]،

پَسِي ڪِڪِي ڪوڙ[8]، مَٺان ماڱرِ مَٺِيين!

4

ٺُون سَمُون، آئُون گندِرِي، مُون ۾ عَيبَنِ وِيهَه،

پسِي مِئَڪي[9] ڏِيءَ، مَٺان ماڱرِ مَٺِيين!

5

ٺُون سَمُون، آئُون گندِرِي، مُون ۾ عَيبَنِ لَڪَ،

هِنَ منهنجي حالَ جِي، توکي سَڀَ پَرَکَ،
ڪارَڻِ رَبّ اَلَکَ[10]، مَتان ماڳرِ مٺِيين!

6

ٿُون تَماچِي، تَڙَ- ڏَڍِي، آئُون مُهاڻِي مي[11]،
مُون ڏُهاڳُ مَ ڏي، آئُون جا نالي سُيَسِ تنهنجي.*

7

ٿُون تَماچِي تَڙَ- ڏَڍِي، آئُون گَندِرِي غَرِيبِ،
تو سين جامَ! قَرِيبِ[12]، ڪِي ڏَنُ[13] چَڏائِي ڏيجِ مُون.*

8

ڪاڄُ جَنِين جو ڪِڪِيُون، مالَ جَنِين جا مَڏَ[14]،
سَمي سيئِي سيڻَ ڪِيا، هيڻَ[15] جَنِين جا هَڏَ،
جامَ پَرِتيَئيءِ لَڏَ،** سانگِيَنِ[16] جي، سَيّدُ چي.

9

جارا[17] ۽ کارا، مالُ جَنِين جو مَڪُرِيُون[18]،
تماچِيءَ جي تَڪِيي[19]، اَچَنِ سَوارا[20]،
مِيءَ[21] مَچِيءَ مارا، سَمي سي سيڻَ ڪِيا.

10

ڪِڪِيءَ هاڻِيُون ڪارِيُون، چِچِيءَ[22] هاٿا چَجَ،
پاندُ جَنِين جي پاندَ سين، لَڳو ٿئي لَجَ،
سَمُون جامُ سُهَجَ[23]، اُپو ڪَري اُنِ سين.

11

ڪارِيُون، ڪوجِهيُون، ڪُوَڙيُون[24]، مُورِ نه موچاريُون،

وَڻي ويڻيُون واٽَ تي، ڪِڪِيءَ جُون ڪارِيُون،
اُنِين جُون آرِيُون[25]، سَمي رِيءَ ڪيرُ سَهي؟

12

چارِيُون، ڪارِيُون، ڇَڄَ، ڇيرِيُون، جَنِ جِي محَبَتَ مَڇيءَ ساڻُ،
رَهَنِ، وِهَنِ سِرِ [26] ٻانڌِيين[27]، سَپِيئِي ٻَدِبُوءِ هاڻُ[28]،
لُڌِڙَنِ[29] جيئن، لَطِيفُ چي، پاڻِي وِجَهنِ پاڻُ،
تَنِ مَلاحَنِ[30] جو ماڻُ[31]، سَمي سِرِ ڪِيو پانهنجي.

13

گندَ[32] جَنِ جِي گوڏِ ۾، پاٻوڙا[33] پوشاڪَ،
اُنِين جِيَ اوطاقَ، راجا رِيجهِي آئِيو.

14

گندَ جَنِ جِيَ گوڏِ ۾، پاٻوڙا پينامُ[34]،
اُنِين ڪي اِنَعامُ، مَڇَرُ [35] مِڙوئِي ڏِيو.

15

گندَ جَنِ جِيَ گوڏِ ۾، مَٿَنِ تي مُوڙِيُون[36]،
اَچَنِ سَنپُوڙِيُون [37]، سَمي جي سَلامَ تي.

16

ڏِيا تَماچِيءَ ڄامَ سين، مُهاڻان مَحرُومَ[38]،
نَنڍيءَ وَڏِيءَ گندِرِيءَ، مٿي ماڙِيءَ ڏُومَ[39]،
جي ڪِينجَهرِ، جي رُومَ[40]، سي سَڀِ اِنعامِي ٿِيا.*

17

نَه وَڍِي، نَه وِڪڙي، نه ماري، نه ڏاري،[41]
ڪارو وِڏائين ڪُوهَه ۾، نِرِتُؤن[42] نِهاري،
سائِي پَرِ پاري، جا گهرِ سَمي جي سَپَڃي.**

18

نَ وَڍِي، نَه وِڪِڙي، نَه ڪَٽي ۾ ڪاري،
اُهِجَ[43]، سُهِجَ[44]، ساهِمِيُون، ڏُرِيان[45] نَه ڏاري،
سائِي پَرِ پاري، جا گهرِ سَمي جي سَپَڃي.

19

پاٻوڙو پيشِ ڪِيو[46]، نَئُون نُورِيءَ نيئِي،
حاضُرُ هُيُون هَڪِيُون[47]، سَمِيُون سَپِيئِي،
نَوازي نيئِي، ڳاڏي چاڙهي گندِرِي.

20

مُهاڻِيءَ جي مَنَ ۾، نه ڪِيرَبُ، نَه ڳاءُ،
نيڻَنِ سين نازُ ڪَري، رِيجهايائِين راءُ[48]،
سَمُون سَپَنِ مُلاءُ،*** هيرِيائِين حِرفَتَ[49] سين.

21

نورِيءَ جي نِيارَ جو، عَجَبُ اَجَهلُ[50] هوءِ،
سَمُون سِرُ سَپَنِ ۾،* مي مُورَچِيو [51] سوءِ،
اَچيو اُپِيَنِ پوءِ[52]،+ حُجَتَ پَڳِي راڻِيين.**

22

مي مَچِيءَ ۾ هَٿَڙا، ويڻِي ڪَري ڪَرَنَ،
راءَ اَڳِهين[53] رَکِيي، مُهاڻِي مُنجِهه مَنَ،

تَماچِيءَ جي تَنَ ڳالهيون ڇَيُسِ ڳُجِهيون.

23

هَٿين، پيرين، آرِڪَٽين [54]، مُنهُن نَه مُهاڙِي.
جيئَن سَڳو وِچِ سُرُندَڙِي، تيئَن راڙِينِ ۾ راڙِي،
اَصلِ هُئِي اُنَ کي، اَهلَ[55] چاماڙِي،
سَمي سُجاڙِي، پيڙو[56] ٻَڌُسِ ٻانهن ۾.***

24

تِهَڙو ڪينجهر ۾ ڪِينَ ٻيو، جِهَڙي سونهن سَندِياسِ،
مَڏَ، مِياڙِيُون، مَڪُڙا، مِڙَئِي مَعافُ ٿِياسِ،
مُرِچَلَ مَٿاسِ، اُيو تَماچِي تي[57] هَٽي.

25

تَڙُ تَماچِيءَ ڄامَ جو، تَماچِي تَڙَ- راءُ،
تَماچِيءَ جي تَڪيي[58]، ٿُون تَماچِيءَ ڳاءِ[59]،
تَه ٿُون تَماچِياءِ[60]، تَماچِي تَڙِ لَهين.*

26

ڪوءِ سَمِيُون! ٻَنِ سُومَرِيُون! جي اَچَنِ اُونچي ڳاٿِ،
وَرُ سي ڪينجُهرَ ڄائِيُون، جَنِ تَماچِيَ جِي تاتِ،
راڙِنِ مُلا[61] راتِ، ماڙِڪُ مي پِرائِيو.

وائي

هِيري[62] هَٿُ وِڏائِين، ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾،
نَوازَشِ نُورِيءَ جِي، آهي تَماچِيَ تائِين،

ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾.

گَندَگِيءَ گوشو ڪيو، عطر اوتَ[63] اوتيائين،

ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾.

انڌا منڊا آئِيا، سَخا سَڌُ[64] وِڌائِين،

ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾.

انڌا منڊا آئيا، سَخا سَڌُ[65] وِڌائِين،

ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾.

پَسو جُودُ[66] جُوانَ جو، ڪو هَندُ ڪونَه مَٽِيائِين[67]،

ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾.

قِيمَتَ[68]، ڪَميٽَنِ سين، جِهڙِي وَٽَ[69] وَٽِيائِين[70]،

ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾.

پَسو جو پَيدا ٿِيو، جوهَرِي جيائِين[71]،

ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾.

موتِي مَچِيءَ هَٿَ تي، ڪوڏِنِ جيئَن ڪَڍِيائِين*،

ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾.

ماٽِڪَ مِياٽِين ۾، چِلُرَنِ جيئَن چَٽِيائين،

ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾.

ڏيئِي سونُ سُوالَ[72] ۾، رُپِي راندِ ڪِيائِين،

ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾.

پاٽِيَٺَ[73] آٽي پاڻَ سين، لَعلُون سَپِ لُٽِيائين،

ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾.

فيروزا[74] فَقِيرَنِ تان، گهوري سَپِ گهورِيائين،

ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾.
اُتي عَبدُاللّطِيفُ چي، اُچَلي اَمُلَ ڏِنائِين،
ويهِي سائِيَنِ وِچَ ۾.

# داستان پيو

1
سِرُ سَلابَتَ[75] سُپِرِين، مَرَڪَڻَ![76] تُون مَ مَريجِ،
آهِيين ٿارُ اکين جو، وَٽان مُون مَ وَڃيجِ،
تَماچِي تَگِيجِ، ڪو ڏينهن، ڪينجَهرَ ڪَنڌِيين.
2
ڪو ڏينهن ڪِينجَهرَ ڪَنڌِيين، تُون، تَماچي! تَگُ،
اُونچو ٿِيومِ اَگُ[77]، مُون ڪَرُ، مَلاحَنِ ۾.
3
هيٺِ جَرُ، مَٿِي مَچَرُ، پاسي پِرِين سَندامِ،
ڪوڙيين ڪاڄَ سِڏامِ[78]، اَڻَ سِڏو ڪونَه رَهيو.
4
هيٺِ جَرُ، مَٿي مَچَرُ، پاسي ۾ وَٽَراهَه[79]،
اَچِي وَڃي وِچَ ۾، تَماچِيءَ جِي ساءَ[80]،
لَڳِي اُتَرَ واءَ، ڪِينجُهرُ هِندورو ٿِئي.

5

هيٺِ جَرُ، مَٿي مَچَرُ، ڪَنڌِيءَ ڪَؤنرَ [81] تَرَنِ،

وَرِئي واھُوندَنِ،* ڪينجُھرُ ڪَٿورِي ٿيئي.

6

سَمِيُون ڪَري سِينگارُ، راءُ رِيجھائِڻَ آئِيُون،

ڄامَ ھَٿَ ۾ ڄارُ، ڄُلي[82] ڄَپِيرنِ[83] وِچَ ۾.

7

ميءِ ھَٿَ ۾ مَڪُڙِي، ڄامَ ھَٿَ ۾ ڄارُ،

سَچو ڏينھن شِڪارُ، ڪِينجُھرَ ۾ ڪالَهه هُئو.

8

نَورِيءَ جي نَوازِيو، ٿِيو تماچِي[84] تي[85]،

ڳاڏي چاڙھي ڳَندِرِي، ماڙھُو ڪِيو [86] مي،

ڪِينجُھرِ چُوندا[87] ڪي، ته سَچُ سَپائِي ڳالَهڙِي.

9

ڄامان[88] اَڳِي جي ڄائِيُون،* تَنِ جيي نِرتِ نُورِيءَ کي ناھِه،

نَه مَنهَه[89] نه مارِڪي[90] نه وَجَنِ ڪنهن وِھانءِ[91]،

سي ڪِينجُھرَ ڪَندِيُون ڪاھِه[92]، جَنِ تَماچِي تَڪِيو [93].

10

نَه ڪنهن ڄايو ڄامَ کي،** نه ڪو ڄامَ وِياءُ[94]،

نَنڍِيءَ وَڏِيءَ گَندرِيءَ، سَپَنِ آهِه سياءُ[95]،
”لَم يَلِد وَلَم يُولَد[96]“، اِيءُ نِجابَتَ[97] نِياءُ[98]،
ڪِبرُ[99] ڪِبرِياءُ[100]، تَختُ تَماچِيءَ ڄامَ جو.***

11

پَڪنِ پوءِ پَچارَ، ”اَڄُ تَماچِي آئِيو،“
مَرِڪَنِ مَلاحَنِ جا، مَٿي ٻانڊِيءَ[101] ٻارَ،
وَڏِي ڄامَ ڄمار، جنهن مِياڻِيُون موڪِيُون[102].

12

پڪا پکارِيو[103]، ڄامُ تَماچِي آئِيو،
گوندَرَ لاهيو، گَندرِيُون! آتَڻ اُجارِيو،
ڪِينجهرُ قَرارِيو، سَمي سامَ[104] بَخشِئِي.

13

ڪو جو ڪامَڻُ[105] مي، آهي اَڪَڙِيَنِ ۾،
تَنُ تَماچِي ڄامَ جو، ناپُون[106] پايو ني[107]،
عِشقُ ايئَن ڪَري، جيئَن ڄارو ڄامَ ڪُلهي[108] ڪِيو.

وائي

تنهن کي ڪيرُ چَوندو مي، اَڙِي! اِيءَ سَمي جا سَمَنگِي[109].
سَمي جي سُهاڳَ جو، مِينڊو[110] ڳُتو[111] مي،*
اَڙِي! اِيءَ سَمي جا سَمَنگِي.
جَن وِيهَڻُ نه ڏِنِ وَٿِ ۾[112]، ڏِيا سَلامِي سي،

اَڙي! اِيءَ سَمي جا سَمَنگِي.
عالَمُ اِنعامِي[113] ڪِيو، نُورِيءَ نازُ ڪَري،
اَڙي! اِيءَ سَمي جا سَمَنگِي.

# سُرُ گهاتو

## سُرَ بابت:

هن نالي سان ڪابه هندستان راڳڻي ڪانهي. هن سر تي مضمون موافق نالو رکيو ويو آهي. ’گهاتو‘ لفظ جي معنيٰ آهي ماري يا شڪاري. هن سر ۾، مَڇَ‘ مارڻ جو ذڪر ڪيل آهي، تنهن ڪري اهو نالو پيو اٿس.

هن سر ۾ پڙهڻيون عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون اختيار ڪيون ويون آهن.

## آڪاڻي:

اوپائي نالي مهاڻي کي ست پٽ هوندا هئا. انهن مان هڪڙو پٽ مورڙو البت چوڙو ۽ منڊڙو هوندو هو. بيا ڇهه ئي پائر پهلوان هوندا هئا. هو مڇي مارڻ لاءِ

ويندا هئا ۽ جسم جي جڏي ڀاءُ کي گهر جي سُڌسماءَ ۽
سنڀال لاءِ پٺيان ڇڏي ويندا هئا.
دودائي، ڀروچن مان هڪ مائي، جنهن جو نالو
ڪلاچي هو، تنهن پنهنجي وڳر سان سمنڊ جي ويجهو
اچي ڳوٺ ٻڌو هو. انهيءَ ڳوٺ تي مائيءَ جو نالو
پيو. اهو ساڳيو ڳوٺڙو وڌي، هاڻي ڪراچي جو وڏو
شهر ٿي پيو آهي. انهيءَ ڳوٺ تي مائيءَ جو نالو پيو.
اهو ساڳيو ڳوٺڙو وڌي، هاڻي ڪراچي جو وڏو شهر
ٿي پيو آهي. انهيءَ ڪان ٿورو پري، يعني هاڻوڪي
ڪلفٽن ۽ منهوڙي جي وچ ۾، ڪلاچيءَ جو اونهون
ڪُن هوندو هو، جنهن ۾ عوراب غرق ٿي ويندا هئا.
انهيءَ ڪان سواءِ منجهس هڪ مانگرمڇ پڻ رهندو
هو، جنهن کي جيڪي ور چڙهندو هو، تنهن کي
نهوڙي نيندو هو. اتفاقاً هڪ ٻيڙي مورڙي جا ڀائر
اچي، انهيءَ ڪن وٽان نڪتا. اتي جي ملاحن گهڻوئي
سمجهاين ته ڪن ۾ قهر لڳو پيو آهي، پر هي يار
ڪٿي ٿا مڙن. اجا رچ وجهي اڳتي وڌيائي ڪين، ته
ڪن پريون پائي، آٽي اونهي ۾ هنين، ٻيڙي غرق ٿي
ويئي ۽ هي مانگرمڇ جو لقمو ٿي ويا.
گهر ورڻ جي ويل ويئي، ته مائٽن کي اچي آنڌمانڌ
ٿي. مورڙو ڳولا ۾ نڪتو. واردات تان حقيقتون
حاصل ڪري، موٽي ماگ تي آيو. مٿن مائٽن، بدلي

وڻڻ جون صلاحون ۾ رٿائون ڪيون. آخر هڪ لوهي پڃرو تيار ڪرايائون، پڃري جي اردگرد ڪيترا تکا ڪيل ۽ ڪلا هئا. هرهڪ ڪلي ۾ رسو ٻڌل هو. اهو سارو ساز ۽ سامان کڻي، هو ڪراچيءَ جي ڪن ڏانهن ويا.

مورڙو پڃري ۾ ٿي ويٺو ۽ همراهَن کي چيائين، ته ”هاڻي پڃرو ڪن ۾ ڪيرايو، جڏهن رسا لڏندا ڏسو. تڏهن ڇڪي ٻاهر ڪڍجو.“ پڃري کي ڏسي، مانگرمڇ منهن کولي ڳڙڪائڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڪيل ڄاڙيءَ ۾ اڪري ويس. مڇ وڃي وين. مورڙي وٺي رسا لوڏيا ۽ مهاڻن وٺي ڇڪيو. سڪيءَ تي پهچڻ سان، مهاڻن مانگرمڇ ماري مورڙي کي پڃري مان صحيح سلامت ٻاهر ڪڍيو. مورڙي مڇ جو پيٽ چيري، ڀائرن جا ڪرنگها ڪڍي، آڻي ڪراچيءَ جي اتر- اولهه طرف جبل جي پاڙ وٽ دفن ڪيا ۽ پاڻ مقام جو مجاور ٿي ويٺو.

مورڙو، هو ڇوٽڙو پر هو سو عقل جو اڪابر. شيخ سعديءَ به گلستان ۾ ڇوٽڙي شهزادي جي هڪ آکاڻي ڏئي ثابت ڪيو آهي ته:

گهوڙو تازي هجي ضعيف پلي، ته به سو گڏهن جي ڪڙه کان بهتر آهي.

**روحاني راز:**

سپيئي صوفي، نفس کي نهوڙي نيڻ تي خاص زور ڏيندا آهن. شاهه به سپني سرن ۾ نجس نفس کي ناس ڪرڻ لاءِ ورجائي ورجائي پئي تلقين ڪئي آهي. هن سر ۾ ته نفس کي مانگرمڇ سان مشابهت ڏئي، ’بري تي بچ‘ ڪرڻ جي خاص هدايت ڪئي اٿس. جيئن ڪلاچيءَ جي ڪن واري مانگرمڇ مارڻ لاءِ معمولي اوزارن مان ڪين وريو ۽ موررڙي جهڙي مانجهي مڙس خاص اوزار استعمال ڪيو هو، تيئن سالڪ کي به گهرجي، ته فقط روزن ۽ نمازن تي اڪتفاءِ نه ڪري، پر ’او ڪو پيو فهم‘ ڳولي لهي جنهن سان پرينءَ کي پسجي. هن کي موذيءَ ۾ ملعون مارڻ لاءِ زبردست مجاهدن ۽ رياضتن جو ضرور آهي.

هن سر ۾ شاهه چاٽائي ٿو، ته دنيا مهراڻ ۽ انسان ڪن جي مثل آهي، جيئن ڪن ۾ ڪئين بي بها خزانا پيا آهن: تيئن انسان جي اندر ۾ به ڪئين روحاني خزانا موجود آهن. انهن خزانن جي چؤگرد، هڪ هيبتناڪ مانگرمڇ وات ڦاڙيو ويٺو آهي. جنهن کي اهي روحاني املهه ماڻڪ هٿ ڪرڻا هجن، سو هن سناٽي سيسار سان مقابلي لاءِ تيار ٿئي. معمولي ماڻهن کي هيءُ مانگرمڇ ڳڙڪايو وڃي ۽ رواجي اوزارن سان به مات ٿيڻ جو ناهي، تنهنڪري سالڪ

ڪي گهرجي ته خاص اوزار استعمال ڪري. سمجهه ۽ سياڻپ ڪان ڪم وٺي، وجي مورڙي وانگر منزل مقصود تي پهچي ۽ ابدي آرام حاصل ڪري.

# سر گھاتو

## داستان پهريون

1

گھنگھرِيا[114] گھڻَ- چاڻُ[115] مُوڙهِي مَتِ

مَهائِيين[116]،

وِيا گَڏِجي وِيرِ ۾، پِيا مُنهن مهراڻُ[117]،

اَڳِيان پويان ٿاڻَ[118]، وِيا ويچارَنِ وِسَرِي.

2

ماڪَ پچايَنِ مولِهيا[119]، مَٿان راتِ پَئِي،

اولِيُون[120] اُجَهڻَ[121] لَڳِيُون، وِيا وَنجَهه[122] وَهِي،

ڪَلاچِيان[123] ڪَهِي، ڪَڏِهن ڪونَه آئِيو.

3

ڪو جو قَهرُ ڪَلاچَ ۾، جو گِهڙي سو نِئي،

خَبَر ڪونَ ڏِئي، ته رَچَ ڪُڇاڙي[124] رَنڊِيا[125]؟

4

ڪالَهه ڪَلاچِيءَ ويا، ڇَتِيُون[126] ڪَٽِي ڇُڳِيرَ[127]،

پائَرِن پيرو نَه ڪِيو*، اَدَنِ ڪِي اَويرَ[128]،

اِهَڙي خاصِي ڪيرُ [129]، ڪُنَ وَرائي جَهلِيي.

5

تَرِيُون[130] پَسان نَه تار ۾، جُهگِا[131] جاءِ نَه ڪَن،*

مادَرِ! مَلاحَنِ، ماڳِ نَه ڍويا مَڪُڙا[132].

6

ڏِيهاڙِي ڏِنَمِ ڪيتَرا، جَنِين مَاريو[133] موڪَ[134]،

گهرَ ۾ گهاٽُوئَڙَنِ[135] جا، ٿا مارِينِمِ ٿوڪَ[136]،

لَڏي وِچان لوڪَ، اُونِهي وِيا اوهَرِي[137].

7

ڪالَ ڪَلاچِيءَ وِيا، گهاٽُو ڪَري گهُورَ،

مادَرِ! مَلاحَنِ جا، ويٺِي سَهان سُورَ،

مون کي ڪَري مَلُورَ[138]، اُونِهي وِيا اوهَرِي.

8

اُپِي اوسِڙان[139] اُسَ ۾، جَهِليو ڪُنَ ڪِنارَ،

گهاٽُو گهرِ نَه آئِيا، وَڏِي لَڳِيَنِ وارَ[140]،

هُيَسِ جَنِين هارَ[141]، سي موڙي چَڙهِيا مَڪُڙا.

9

ڪِلِي جان ڪِينڪارِيان[142]، تان ساٿِي[143] سَڱُ نَه ڪَنِ[144]،

وارِيو وَهِٽَ وَجَنِ، ڪَنِ سَپاڪِينِ سامهان.**

10

جِتي گھورِيو [145] گھاٽُئين، تِتي وارِيءَ ٻُٽَ[146]،
سَهَسين ساٿِي مُٺَ[147]، سَرُ [148] سُڪو،
سُونـگِي[149] گيا[150].

11

نَه ڪا ٻُوءِ بازارِ ۾، نَه ڪا چِلُرَ چِٽَ[151]،
جِتي ڏَنيِرِيَنِ[152] جِي، اَڳِي هُئِي اُگھٽَ[153]،
سي پِڙَ پَسِيو پَٽَ، ماڙھُو وَڃَنِ موٽِيا.

12

مُون اُڌارِيا مَڃَڙا[154]، اَللهَ! گھاٽُو آڻِ،
مِيان! مُدارَنِ[155] سين، مون کي، قادِرَ وِڃُھه مَ ڪاڻِ،
هَٽَ [156] منهنجي هاڻِ، قَدُرَ لَڌو جَنِ ري*.

13

اوري هُئا ته آئِيا، جيڪُس[157] وِيا پَري،
ساٿِي سَڌَ ڪَري، ماڳَ نِهاري موٽِيا.

14

اَئِين جا لُڌو لوڏَ، اِيءَ پَرِ[158] گھاٽُوئَڙَنِ جِي،**
ڪُنَ ڪَلاچِيءَ ڪوڏَ[159]، سُڪِ نَه سُتا ڪَڏِهِن.

15

گھورِيندي[160] گُھورِ پِيا، اَگھورُ[161] گھورِيائُون،
مَيڪَرُ[162] مارِيائُون، مَلاحَنِ مُنهن سَنَرا[163].

16

جن کِھڙَندا گھاٽُوئان، تان رَجَنِ ڏِھو[164] رَڱَ،

سَڳَائِيُون ۽ سَڱَ، ڪَلاچِيءَ ڪيرُ ڪَري؟*

17

جيئن جُهڳَا[165] پائِين جهولَ[166] ۾، اِئين نَه مَرَنِ مَڇَ،
سَپَرَ[167] ڏارِ[168] سَمُنڊَ جا، ڪي رائُون[169] رَڱِيُون رَڇَ،
هي چاڙُون[170] ۽ چَڇَ[171]، اَجا اوڙاهه اَڳانهُون ٿِيو.

وائي

جيڪُسِ جَهلِيا مَڇَ، گهاتُو گهرِ نَه آئِيا.
ڪاهي وَڃو، ناڪُئا[172]! ڪَرِيو بُري[173] تي بَڇَ[174]،
گهاتُو گهرِ نَه آئِيا.
ڪاٿي سَندِيَنِ ڪُنڊِيُون، ڪاٿي سَندَنِ رَڇَ،
گهاتُو گهرِ نَه آئِيا.
ڪُنَ ڪَڙَڪو ڏاڍو، اَٿَوَ اَڳِيان اَڇَ[175]،
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، سپِ لَنگِهيندا ڇَڇَ،
گهاتُو گهرِ نَه آئِيا.

# سُر سورٺ

## سر بابت:

هندستاني موسيقيءَ موجب، سورٺ هڪ راڳڻي آهي، جا ’ڀئرو‘ راڳ جي ٽئين پٽ جي زال آهي. ڪانياواڙ کي اڳي سئوراشٽر (عمدو ملڪ يا عمدي ملڪ جي) ڪري ڪوٺيندا هئا ۽ هيءَ راڳڻي اُتي عام جام ڳائي ويندي هئي، تنهن ڪري شايد اهو نالو پيو اٿس. سورٺ ”سئوراشٽر“ جي بگڙيل صورت ٿي ڏسجي.

هن سر ۾ پڙهڻيون، عموماً ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واريون اختيار ڪيون ويون آهن.

## آکاڻي:

هن سر جو مضمون، راءِ ڏياچ ۽ سندس راڻيءَ سورٺ جي قصي تي ٻڌل آهي، جو مختصر طور هيٺ ڏجي ٿو:

ڪنهن زماني ۾ راءِ ڏياچ نالي هڪڙو راجا جهونا ڳڙهه تي راڄ ڪندو هو. سندس ڀيڻ کي ڪنهن فقير جي دعا سان پٽ ڄائو، پر هن اهو صندوق ۾ وجهي انهيءَ لاءِ لوڙهي ڇڏيو، جو فقير ٻڌايو هوس ته

پٺهين راءِ ڏياچ جي سِسِي ڌڙ کان ڌار ڪندو.
صندوق لڙهندي لڙهندي اَچي انيراءِ جي ملڪ مان نڪتي ۽ ڪنهن چارڻ جي هٿ اچي ويئي. چارڻ ٻار نپائي وڏو ڪيو ۽ مٿس نالو رکيائين ٻيجل. ٻيجل چنگ وڄائڻ ۾ اهڙو ته ماهر ٿي ويو، جو ماڻهو ۽ مرون سندس چنگ چورڻ تي مست ٿي ويندا هئا.
ٻيجل جي ڄمڻ وقت انيراءِ کي اٺين ڌيءَ ڄائي. هن ڪاوڙ وچان اها ڌيءَ صندوق ۾ بند ڪرائي لوڙهائي ڇڏي. اها صندوق راءِ ڏياچ جي راڄ ۾ رتني نالي ڪنٻر کي هٿ لڳي. هن ڇوڪريءَ تي سورٺ نالو رکيو ۽ پالي نپائي وڏي ڪيائينس. سورٺ جي حسن جي هاڪ ٻڌي انيراءِ رتني کان سڱ ڇڪيو. رتني شادي جي آڇ قبول ڪئي، پر جڏهن راءِ ڏياچ کي خبر پئي، تڏهن زوريءَ سورٺ کڻائي آڻي محل ۾ ورهايائين. پوءِ ته سورٺ راءِ ڏياچ سان ريجهي شادي ڪئي.
انيراءِ، پنهنجي نالي ٿيل ٻانهن جي ٻئي سان شادي پنهنجي هتڪ سمجهي. هو راءِ ڏياچ تي ڪٽڪ وٺي ڪاهي آيو. قلعو هو مضبوط ۽ کاڌ خوراڪ منجهس هو مئو، سو سال کن ته انيراءِ ٻاهر پئي جڪ ماريا: آخر پنهنجي وطن وڃي منادي ڦيرايائين، ته جيڪو راءِ ڏياچ جو سِرِ آڻي ڏيندو، تنهن کي ٿالهه اشرفين

جو اڳواٽ ۾ اڌ راڄ پاڳ جو پوءِ ڏنو ويندو. ٻيجل جي زال مڙس تي بانور ڪري، اهو اشرفين وارو ٿالهه وٺي رکيو. جڏهن ٻيجل کي پنهنجي ٻائڙيءَ جي ٻول جو پرو پيو، تڏهن ڏاڍو ڪاوڙيو پر قول پاڙڻ لاءِ جهونا ڳڙهه پنڌ پيو. چارڻ کي سڀ ڪنهن هنڌ وڃڻ جي آزادي هوندي هئي، سو هن کي ڪنهن ڪونه روڪيو. جهونا ڳڙهه ۾ وڃي هن سرندو سوريو، جنهن ٿي آلاپ ٻڌو، تنهن ٿي سندس ساراه ڪئي. راءِ ڏياچ، چارڻ کي چؤڏول ۾ چاڙهائي پاڻ وٽ رنگ محل ۾ گهرايو. راڳ ٻڌي چيائينس: ته ”گهر جيڪي گهرڻو هجيئي.“

ٻيجل اهڙو ڪچي جهڙي پٽ. ويٺو وري تندون تنوارڻ. راءُ هيڪاري ريجهي پيو، تنهن وري به چيس، ته ”گهر جيڪي گهرڻو اٿيئي.“ ٻيجل ورندي ڏني، ته ”آءٌ ڪو معمولي مڱڻهار ڪونه آهيان. مون وٽ مال ماع جي ڪا ڪمي ڪانهي. باقي جيڪي گهرڻو اٿم، سو جي گهرندس ۾ توهان نه ڏيندا ته مفت ۾ ڏٺا ٿيندا.“ راءِ ڏياچ وچن ڏنس ته ”جيڪي گهرندين، سو پائيندين.“ آخر ٻيجل سر جي سَئَنَ (صدا) هنئين. اهڙي خسيس گهر!- هن هڏي مان چا هڙ حاصل ٿيندئي؟.“

سورٺ کي جڏهن سڌ پيئي، تڏهن هنيون هارجي ويس. پيجل کي گهٽيون ئي آزيون نيزاريون ڪيائين، پر وريو ئي ڪين. نيٺ راءِ ڏياچ ڪپار ۾ ڪرٺ هنيو ۽ سِر ڏيئي سرهو ٿيو.

پيجل پوءِ سر سوڌو انيراءِ وٽ پهتو. هن چيس، ته ”ڪميڻا! تو اهڙي سخيءَ جو سر لاهي ڪلور ڪيو آهي. جوفي وچان اهڙي داتا مان به ڪين گڻين، سو اسان سان ڪهڙا پير ڪٽندين- هاڻي توکي ملڪ نيڪالي آهي: وري پنهنجو منحوس منهن اسان کي نه ڏيکارج.“

پيجل واپس وريو ۽ انهيءَ باهه جي اوڙاهه ۾ ڌوڪي پيو، جنهن ۾ راءِ ڏياچ جو ڌڙ ٿي چڪيا تي چاڙهيائون ۽ جنهن ۾ سورٺ پڻ پنهنجي ور سان ستي ٿي.

**روحاني راز:**

سر ڪنپات ۾ شاهه انهيءَ سالڪ جو احوال ڏنو آهي، جو اجا طريقت جي راهه ۾ تازو گهڙو هجي ۽ جنهن کي نفس اماره تمام تنگ ڪيو هجي. هو جڏهن ان کي ڪرهو ڪري مٿس سوار ٿئي، ته نجس نفس ڪيس سنوت نه ڏئي ۽ لڪيو وجو لاٿو ڪائي: يعني دنيوي نجاست يا عيش عشرت ڪري، هن سر ۾ شاهه هڪ اهڙي سالڪ جو ذڪر ٿو ڪري، جنهن

نفس اماره تي قبضو ڪيو هجي ۽ ڪيس سورث جهڙو ”نَفسُ مُطمَئِنہُ“ هجي ۽ ٻيجل جهڙو ڪامل مرشد ملي.
هن سر ۾ راءِ ڏياچ اهو مرادوند مريد آهي، جو مرشد جي چوڻ تي، تن من ۽ ڌن سندس قدمن تان قربان ڪري ٿو، بلڪ سر ڏيڻ کان به گريز نٿو ڪري.
نفس مطمئني جڏهن اماره نفس جي ذريعي مرشد کي مال متاع آڇي ٿو، ته هن کي سر ڏيڻ جي ماهيت معلوم نه هئڻ ڪري خبر ئي ڪانه ٿي پوي ته ڪهڙو ويل وهايان ٿو. هو اجا ”هئڻ“ جي مڪان ۾ هجڻ ڪري، اهو نٿو معلوم ڪري، ته مريد جو روح اصل ڏي تاڻي رهيو آهي. ٻيجل جي تندن مان ’الست بربکم قالو بلىٰ‘ جو آواز نڪري ٿو، ته ڏياچ جي ڏيل ۾ ٿرٿلو مچي ٿو ۽ هو مرشد ۾ محو ٿي ”لا الہ الا الله“ جي ڪاتيءَ سان ڪپار ۾ ڪرٿ وجهي ’فنا في الله‘ ٿئي ٿو، يعني صفات کي فنا ڪري، ذات ۾ لئي ٿيو وڃي، ڇاڪاڻ جو ذات جڏهن ذات سان ملي هڪ ٿئي ٿي، تڏهن صفتون سڀ گم ٿيو وڃن ٿيون.
مرشد جي حڪم جي پيروي ڪرڻ جي حافظ هيٺين اکرن ۾ تلقين ڪري ٿو.
”بمي سجاده رنگين کن، گرت پير مغان گويد،

ڪه سالڪ بي خبر نبود ز راه و رسم منزلها.“
يعني جيڪڏهن توکي مرشد نماز جي مصلي کي
شراب سان تر ڪرڻ لاءِ ارشاد ڏئي، ته اکيون ٻوٽي
ائين ڪر، ڇاڪاڻ ته مرشد کي طريقت جي رستي
جون پئي راهون ۽ منزلون معلوم آهن.
مولانا رومي وري هيئن فرمائي ٿو ته:
”نيم جان بستاند و صد جان دهد،
آنچه در وهمت نه مايد آن دهد.“
يعني ”مرشد هيءَ اڌوري حياي وٺي، ان جي عيوض
سئو حياتيون بخشي ٿو ۽ اهڙيون نعمتون عطا ڪري
ٿو، جي تنهنجي خواب و خيال ۾ به نه ايندي.“

# سُر سورٺ

## داستان پهريون

1

اَللهَ جِي آسَ ڪَري، هَليو هِئائِين[176]،
چارَڻَ[177] ٻَڌا چَنگَ[178] کي، جُهوڙا[179] ۽
جهائِين[180]،
ڏُئِلِي[181] راءَ ڏِياچَ جِي، ڏُوران ڏِٺائِين،

وِينَتِي[182] واحِدَ دَرِ، تنهن ويرَ ڪِيائِين:
”سَڀاجها سائِين! راءُ رِيجهايين راڳَ سين.“

2

پَرَديسان[183] پَنڌُ ڪَري، هَلِي آئِيو هِتِ،
جاجِڪُ[184] اُڀو جِتِ، سِرَ جون صَدائُون[185] هَٽي.

3

پَرَديسان پَنڌُ ڪري، هَلي آئِيو هِيءُ،
مالُ نَه مَڱي[186] مَڱڻو، جاجِڪُ مَڱِي جيءُ،
”وَڍِ، وَهِلو[187] ٿِيءُ، ساعَتَ صَبرُ نَه سَهان.“

4

”پَرَديسان پَنڌُ ڪَري، هَلِي آئِيو هُون[188]،
اُونچو ٿُون عَرشَ تي، آن پُوٺو[189] مَٿي پُون[190]،
ڪيئَن تُسَندين[191] تُون، هِيءُ سِرَ سُوالِي مَڱڻو.“

5

”پَرَديسان پَنڌُ ڪَري، آيُسِ اَڳاهِينءَ[192] ماءِ[193]،
جي وِهاڻي[194] ويرَمَ[195] ٿِيي، تَه مُون هيرَ
ئِي[196] هَلاءِ،
سونهارا[197] سورَٺِ وَرَ! ڳالهه هِيئِين سين لاءِ،
سو مَڱڻهارُ مَلهاءِ[198]، جو وِچان ويرِينِ آئِيو.

6

”پَرَديسان پنڌُ ڪَري، سُٺِي آيُسِ شانُ،
مَڱان کِهَڙِيَ مَتِ سين، نِسورو نادانُ،

سو ڪو ڏِيارِيين ڏانُ[199]، جو طَعَعَ کي تَرَڪُ
ڪَري‘‘*.

7

’’سَرديِءَ سالِمُ[200] نَه رَهان، گرمِيَ ٿِيان گُدازُ[201]،
اَمُنُ ڏيجِ اَمانَ تُون، سائِلُ[202] هَٿِي سازُ،
رَبابِيءَ[203] کي رازُ[204]، خالِصُ[205] ڏيجِ
خَلِيلَ[206] جو.‘‘**

8

’’سَرديِءَ سالِمُ نَه رَهان، ڪوسِي سَهان ڪانَه،
اَمُنُ ڏيجِ اقمانَ تُون، دُورِ ڪَري بِيا دانَ،
پاندَپَ[207]! ڪائِي پانَ، وِجهجِ پِڪَ پينارَ[208] تي.‘‘

9

’’تو دَرِ آيُسِ، راچِيا[209]! جاچِڪُ وَٽي جِيءُ،
ڪَنان ’’نارُ حامِيه [210]‘‘، هاڻِ بَچائِجِ هِيءُ،*
والِي[211] ڏِياريئِي[212] وِيءُ[213]، جِتِ آهِه ’’جَنّاتُ
عَدَنِ[214].‘‘

10

’’تو دَرِ آيُسِ، راچِيا! هِهَڙو وَٽِي حال،
اونائيجِ عَلِيلَ[215] جو، سَباجها! سُوالُ،
اَڱڻ مٿي آنهِنجي[216]، ڪَهي[217] ڪِي قَوالُ[218]،
پَلا ڪَري پالُ، اَمُنُ ڏِهو[219] اُنَ کي.

11

”تو دَر آيُسِ، راڄِيا! پِيا دَرَ ڪَري دُورِ،
سائِلُ ٿو سَئِنَ[220] هَٽِي، هَردَمِ آن حُضُورِ[221]،
پِيو نَه مَڱِي مُورِ، اَمُڻُ ڏِهو اُنَ کي.“

12

” تو دَرِ آيُسِ، راڄِيا! پِيا دَرَ ڏيئِي ٻَنِ[222]،
ڪَهان جو ڪَماچَ[223] سين، سو سُڻُ سَٻاجهي ڪَنِ،
جا مَڱَ منهنجي مَنِ، سا توکي مَعلُمُ[224] سَپَڪا.“

13

”پِيا دَرَ ڏيئِي ٻَنَ کي، آيُس تُنهنجي دَرِ،
سونهارا سوَرٺِ وَرَ! ڪا منهنجي ڪَرِ،*
پِلا! پيري[225] پَرِ، پالهو[226] پانڌُ پينارَ جو.“

وائي

ڏِنو راءِ ڏِياچَ، هِيءُ سِرُ صاحِبَ تان صَدَقو.
چَڏِي هَلِيو هِتَهِين،، راڻِيُون پنهنجا راڄَ،
هِيءُ سِرُ صاحِبَ تان صَدَقو.
اَڱِهيو دَرِ اَللهَ جي، ڪوڙيين پُنَسِ ڪاڄَ،
هِيءُ سِرُ صاحِبَ تان صَدَقو.
مَڱِي وَتو مَڱَٽي، ڪَهِي سانڱُ ڪُماچَ،
هِيءُ سِرُ صاحِبَ تان صَدَقو.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، ٿِيَسِ ڪَمَ سُڪاجَ[227]،
هِيءُ سِرُ صاحِبَ تان صَدَقو.

# داستان پيو

1

جاجِڪُ[228] جُهونا گڙَهه ۾، ڪو عَطائِي[229] آيو،
تنهن ڪامِلَ[230] ڪَڍِي ڪِينَرو[231]، ويهِي وَڄايو،
شَهرُ سَڄوئِي سُرَ سين، تَندُنِ تَپايو،
دايُون درِمانديُون[232] ٿِيُون، ٻايُنِ[233] ٻاڏايو،
چارَڻَ ٿي چايو[234]، ته مارِي[235] آهي مَڱڻو.*

2

سارِي راتِ صاحِبَ کي[236]، ڳڙَهَه[237] ڀَرِ ڳايائِين،
اُنَسِ[238] ماڻِڪَ، مِينهن جيئَن، هَٿَ نَه
چُٽائِين[239]،**
تي لائَقُ لَڏائِين، جيئَن هو ميراثِي مَڱڻو.+

3

نِرتِي[240] تَندُ نِيازَ سين، ٻِيجَلَ ٻُرائِي[241]،
راڃا رَتولَنِ[242] ۾، وَرنائِي[243] وائِي،
ڪوٺايائِين ڪوٺَ ۾، ٻارِٺُ[244] ٻاجهائِي[245]،
راڃا راڳائِي، هَرِدوئِي[246] هيڪُ ٿِيا.***

4

نِرِتي تَندُ نِيازَ سين، بُرائِي پِيجَلَ،
راڄا رَتولَنِ ۾، اونائِي اَمُلَ،
رازُ ڪِيائين راءِ سين، ڪنهن موچارِيءَ مَهَلَ،
”اَنا اَحمَدُ بِلَا مِيمِ[247]،“ سَينَ هَنئِي سائِل،*
ڪنهن ڪنهن پيئِي ڪَلَ، تَه هردوئِي هيڪُ ٿِيا.

5

ڪَنِي ڪَنِي[248] ماڙهين[249] پيئِي ڪَلَ ڪائِي،
رَسِيا جي رَمزَ کي، تَن پارسِي[250] پائِي[251]،+
”اَلاِنسَانُ سِرِي وَ اَنا سِره[252]،“ وَرَتِي اِيءَ وائِي،**
راڄا راڳائِي، هَرِدوئِي هيڪُ ٿِيا.***

6

راڄا رَنگِ مَحَلَ ۾، جاڃڪُ سِرِ زَمِينَ،
جا هَنيائِين هَٿَنِ سين، سا سُئِي بالا[253] بِينَ،
جِتِ اَچَنِ نَه اُرِدابيگِيون[254]، اُتِ ڪوٺايو اَمِينَ[255]،
”تازِي[256] ڏِهوسِ[257] تَڪِڙو، جَوهَرَ پائي زِينَ،“
پِيو مَڱي ڪِينَ، ڏاران[258] سِرَ، سَيّدُ چي.

7

راڄا جو راضِي ٿِيو، تنهن ڏِنا وَڏا ڏانَ،
موٽِي ڪَارِيا[259] مَڱٽي، طَرَحَ[260] ٿُنبي[261] کي تانَ[262]،
”مُون وَٽِ مالَ مَتاعَ جِي، ڪَمِي آهي ڪانَ،
ڪارَڻِ رَبَ رَحمانَ، سِرُ وَڍِي، سُلطانَ ڏي.“

8

سِرَ جِي،* هُئائين[263] هَلِيو، چارَڻَ چِتائي،
سو مُوڙا[264] جَهلي نَه مالَ جا، ٿو ماڻِڪَ موٽائي،
”تو دَرِ آيُسِ تي، جيئن تو ’ناهِه‘ نَه سِڪِيو.**

9

”پائي پَٽَ ڪٽا، مُون تان مُورِ نَه مَڱِيو،***
تازِي طَنبيلَنِ ۾، گهوڙا گهرِ گهٽا،
هاٿِيءَ ڪارَڻِ هيڪَڙي، آن[265] ڪا تَندُ هَٽان،
جا مَٿي تو مَٽِيا[266]، تنهن سِرَ جو آهِيان
سيڪَڙُو.[267]“

10

”جي مِيراثِي مَڱٽا، آئُون پُٽِ مَنجهان تَنِ،“
”ڪِي ڪَهُه[268] منهنجي ڪَنِ، اِرتَ[269] مَنجهارا[270] اُنِ
جي+.“

11

ڪا جا ڳالهه ڳري[271]، بِيجَلِيا! بُڌاءِ مُون،
پينِين جيئن ڳِرنارَ ۾، تَندُنِ تانُ ڪَري،*
ڪِ تو پَنڌُ پَري، ڪِ مَڱَ جَهلِيندين[272] مَڱٽا؟“

12

”مَڱَ نَه جَهلِيان مُورِ هين[273]، نَه مُون پنڌَ پَري،
ڳَٽِي[274] آيُسِ ڳالهڙِي، ڳُجهِي تو ڳري[275]،
سا سَمُجِهجِ، سَورٺِ- وَرَ! وِيندُيسِ ڪِينَ وَري[276]،

پُرِيان[277] پيرَ پَري، تو لئي آئِيو آهِيان.“

13

مَڱَ نَه ٿُسي[278] مَڱٽو، نَه مِلڪَ، نَه مالِ،
ڏاتَنِئُون[279] ڏُورِ ٿِئي، ڪا جا ڳِنِس[280] ڳالِ،
آهي اِنَ خيالِ، تَه ڏيئي ٿِيان[281] ڏاتارَ سين.

14

سِرُ مَڱي، سِرُ گُهري، سِرَ رِيءَ ٿئي نَه صَلاحَ[282]،
غَرِيبَنِئُون[283] نَه گُذَري[284]، ٿو مارِي مِيرَ مَلاحَ[285]،
نايو [286] نَوابَنِ جا، سورِيو [287] ڪَڍِي ساهَه،
خالِقَ سَنجِهه صُباحَ، ڪونَه ڇَڏِيندو ڪِٿِهِين.

15

موٽِي مَڱَٽَهارَ، شالَ مَ اَچِين ڪَڍِهِين،
اَئِي پَهَرَ اَجَلَ[288] جو، ڪُنڊِو مَنجِهه ڪَپارَ،
جنهن تو سَپَ چِمارَ، هَنيا چَٽَ پَٽَنِ سين.*

وائي

تنهنجِي تَندُ تنوارَ، يارَ! مُون مَنُ موهِيو،
مَلهِي[289] آيين[290]، مَڱٽا! گَجِي[291] ۾ گِرنارَ،
يار! مُون مَنُ موهِيو.
سِرَ جِي صَدا ڇَڏِ ٿُون، ڏِيانءِ ڏيجَ[292] اَپارَ،

يار! مُون مَنُ موهِيو.
دانَ ڏِيانءِ ڏُهِرا[293]، هَزارين هَزارَ،
يار! مُون مَنُ موهِيو.
اَلا! عَبدُاللّطِيفُ چي، پَسان پِرِيَنِ پار،
يار! مُون مَنُ موهِيو.

## داستان ٽيون

1
ڪِي جو ٻيجَلَ ٻولِيو، پِنيءَ[294] ويهِي پانَ[295]،
راڄا رَتولَنِ ۾، سيباڻو[296] سُلطانَ،
”آءٌ مَٿانهُون، مَڱڻا! مِقابِلِ مَيدانَ،*
گهورِيان لَڪَ، لَطِيفُ چي، تنهنجي قَدَمَنِ تان قُربان،
مَٿو هِيءُ، مِزمانَ! هَلِي آءٌ تَه هِتِ ڏِيَئِين.“[297]
2
”آءٌ مَٿانهُون، مَڱڻا! چَڙهِي ۾ چَوڏولَ[298]،
توکي گهوٽَ گُهرائِيو، راڄا مَنجِهه رَتولَ،
ٻيجَلَ! تو سين ٻولَ، وِهاڻِيءَ وَڏَڻَ جي.“
3
مَحَلين آيو مَڱڻو، سازُ ڪَڇِي سُرَندو،

سِرَ جِي صَدا سُرَ ۾، گُهورَ هَٽِي[299] گُهرندو،
مَٿي رِيءَ مَلُوڪَ[300] جي، چارَڻُ نَه چُرَندو،
جُهونا گُڙُهه جُهرَندو،
پُوندِي[301] جهانءِ[302] جَهروڪَ[303] ۾.

4

مَحَلين آيو مَڱڻو، ڪَٽِي سازُ سِرِي[304]،
لَڳِي تَندُ تُنبيرَ [305] جِي، پِيا ڪوٺَ ڪِرِي،
هَنڌِين ماڳِين هُوءَ[306] ٿِي، تنهنجِي پِيجَلَ! دانَهن
بُرِي[307]،
جُهونا گُڙُهه جُهرِي، پُوندِي جهانءِ جَهروڪَ ۾.

5

ڏاتارَ ۾ مَڱڻي، ڪونَه وَسِيلو وِچِ،
سائِي تالَ تَندُنِ جِي، سائِي چارَڻَ چِتِ،*
جي هُتي، جي هِتِ، تَه ڳالِهه مِڙِيائِي هيڪَڙِي.

6

جاجِڪَ! تو جُهارُ[308]، ڏَهَه پيرا ڏِياچُ چي،
جنهن ۾ مالُ نَه مِرِيءَ[309] جيتَرو، تنهن ٿُون طَمَعدَارُ،
جي اَچِيئِي ڪمِ ڪَپارُ، ته وِيهَه پيرا ودِي ڏِيَئِين.“

7

”بيلي بَئِي پارَ، جان مُون نيڻَ هَٽِي نِهاريا،
چورِي رَڪِيَمِ چِتَ ۾، ڏِسِيَنِ[310] جا ڏاتارَ،**

هِيءُ سِرُ تو هان ڏارَ، ٻِيجي[311] ڪنهن نَه ٻولِيو.“

8

سو جِيءُ مَڱّٽهَارَ، مَ هوءِ، جنهن تو مَٿي سِرَ سَنو[312] ڪِيو،
جو مُون مُلِ[313] نَه سَپَڃي، تان جي سو گُهرِيوءِ،
تَه جُڳان جُڳِ[314] ڏِنوءِ[315]، ڏُنگو ڏاتارَنِ ڪي.“*

9

مَٿو مَٿائِين[316] گهورِيان، مَٿو تو مَٿاءِ،
سو مُون ٿِئي نَه هَٿاءِ، جنهن[317] ٿُون لائِقُ مڱّٽا!

10

مَٿو مثائِين گهورِيان، مَٿو تو مَٿاءِ،
هَڏو[318] هِيءُ هَٿِ ڪَري، جاڃِڪُ!
وَهِلو[319] جاءِ[320]،
ٿُون سين اَنِيراءِ، جِمَ[321] واچا[322] ۾
وِلَهو[323] وَهين[324].

11

مَٿو مُورِ نَه پاڙِيان، تنهنجيءَ تَندُ تَنوارَ،
سِرَ ۾ سَجَڻ[325] ناهِه ڪِي،** موٺ مَ مَڱّٽهارَ،
ڪِينهين[326] مَنجِهه ڪَپارَ، لَڃِيندو[327] ٿو لاهِيان.

12

سَؤ سِرَنِ پائي، جي تَندُ بَرابَرِ تورِيان،
اُٿَلَ[328] اوڏاهِين[329] ٿِئي، جيڏانهن ٻِيجَلُ ٻُرائي،
سَڪَٽُو هَڏُ آهي، سِرَ ۾ سَجَڻُ ناهِه ڪِي.

13

مَٿي اُتيِ[330] منهنجي، جي هُئا سِرَن سَوَ هَزارَ،

ته تنهنجِيءَ تَندُ تنوارَ، هَرَ هَرَ وَڍِيُم هيڪَڙو.

14

مَٿي اُتي منهنجي، جي ڪوڙين هُونِ ڪَپارَ،

تَه وارِيو وارِيو[331] وَڍِيان، سِسِيءَ کي سَوَ وارَ،

تَه پُڻِ تَندُ تنوارَ، مونهان[332] مَٿانهُون[333] مَگَّڻا.

15

جو تو ڏِيَڻُ، ڏِياچَ! لاهِيو اِي سِرُ سَپُڪو ڏي،

ڪي ناهِه جِهَڙو ڏي، جو سَنَدَ[334] ٿِيئي سُوالِيين.*

16

”ڏِيَڻُ گهڻو ڏُهِلو[335]، سِسِي ڏِيَڻُ سُکُ،

سو تان ڏِياچَ! ڏُکُ[336]، جو تَعلُقُ[337] رَکي تَندُ سين.

17

جو تَعلُقُ رَکي تَندُ سين، سو ڪِي پَلئه پاءِ[338]،

مون کي مَ موٽاءِ، آنءُ اَڳاهُون آئِيو.

18

پَسِي پاٿُ پُرِ[339] ٿِيو، سَندو جادِمَ[340] جُودُ[341]،

مَگَّ[342] وِهاڻِيءَ[343] مَگّڻا! مَٿو هيرَ[344] مَوجُودُ،

بَلڪِ آهي بُودُ[345]، ناڪَسِيءَ[346]، نابُودَ ۾.**

19

چارَڻُ چَنگُ ڪلهي ڪَري، رَمِي رَهِيو[347] راتِ،

صَدا جِي، سَيّدُ چي، وائِي ڪِيائِين واتِ[348]،
ديهَه[349] ڏِنا تنهن ڏاتِ[350]، ميڙي مَڱّٽهارَ ڪي.

20

چارَڻَ چَنگُ ڪُلهي ڪَري، پيرَ پُرِي[351] پاتا،
صَدا جِي، سَيّدُ چي، وائِي ڪِيائِين واتا[352]،
تنهن تي راءُ راضِي ٿِيو، دِلِ وَڏِيءَ داتا،
مَرَڪي مَرُ[353] ماتا[354]، رُوڙِي[355] راءَ ڏِياچَ جِي.

وائي

مَٿو مِ ڪِينڪارَ، يارَ! ڏاڻَ ڏيندوسَئين*، مَڱّٽا.
جاچِڪَ! جُهونا ڳُڙَهه مِ، هَلُ تَه ٿِيَهُون[356] يارَ،
ڏاڻَ ڏيندوسَئين، مَڱّٽا.
مَتان ڪا منهنجي ڪَرِين، ڳِلا جِي گُفتارَ،
ڏاڻَ ڏيندوسَئين، مَڱّٽا.
مَٿي اُتي منهنجِي، جي هُونِ سِرَ هَزارَ،
ڏاڻَ ڏيندوسَئين، مَڱّٽا.
هَرَ هَرَ وَڍِيان هيڪَڙو، تنهنجي تَندُ تنوارَ،
ڏاڻَ ڏيندوسَئين، مَڱّٽا.
لَچِيندي ٿو لاهِيان، ڪِينهي مَنجِهه ڪَپارَ،
ڏاڻَ ڏيندوسَئين، مَڱّٽا.
اَدِيُون! عَبدُاللّطِيفُ چي، لَڳِيَسِ لَنءُ لِغارَ،
ڏاڻَ ڏيندوسَئين، مَڱّٽا.

# داستان چوٿون

1

رِيءَ[357] مَصِلحَتَ[358] مَگٽا، قَصرِ [359] ڪِينَ

اَچَنِ،*

نُورَ تَجَلّو نُورَ سين، نَمِيو نيڻَ پَسَنِ،**

خيمي[360] ۾ کَنگھارَ [361] جي، چانڊُوٽا[362] چِمَڪَنِ،

لَڏائِين[363]، لَطِيفُ چي، سَندا ڏانَ[364] ڏِسِيَنِ[365]،

تيلانـھن[366] مُلڪَ- ڏَٽِيَنِ[367]، مَچِيو مَگٽھارَ کي.

2

مَرُ تَه آئين، مَگٽا! مامَ[368] پَرُوڙِي مُون،

جيڪا ڳالهه ڳالهائِيين، سا سَپَ سَمُجِھيسُون،

تنهن ۾ تُسِجِ[369] ٿُون، جيڪِي پوئِي[370] پَٿَ[371] ۾.

3

چارَڻَ! تنھنجي چَنگَ جو، عَجَبُ آهيم اِيءُ،

هَٽِين اُپو هَٿَنِ سين، جيئَرو رَکِيو جِيءُ،***

راتِ منھنجو رِيءُ[372]، ڪاٽِيو تو ڪُماچَ سين.

4

تانُ نَه آهي تَندُ جو*، رُون رُون ڪَري رازُ[373]،

هَٿَندَڙَ سندا هٿڙا، سَپُڪو چُئِي سازُ،

سَٿَ ڏيئِي[374] شَهِبازُ[375]، ٿِيءُ ته
ٿوڪُ[376] پِرائِيين.

5

تَندُ ٿُمارِيءَ[377] تانُ، ڪَهِيو سو قَبُولُ پِيو،
سِرُ تَه آهي سَٿِ ۾، پَرَ پِيو ڪي مَڱِجِ دانُ،
خاڪِ، مِٿِي ڪا[378] بانُ[379]، ڪاٿِيا[380] پوءِ
ڪُجُهه نَهِين.

6

چارَڻَ پولِجِ ڪِي پِيو، جو گُهرِيُئي سو گهورِيان،
گهرُ، سَورَٿِ نَه پَڙي[381]، جي تَندُنِ بَرابَرِ تورِيان،
ڳُجِهي آهيم ڳالِهڙي، آءُ اوري تان اورِيان،
ڪِ ڪُلَهِنئُون ڪورِيان، ڪ، جاجِڪَ! جُسي سين ڏِيَئِين؟

7

چارَڻَ چَنگُ، بَنگُ[382] لَهِي، وَڄايو وَڏاڻُ[383]،
سِرَ جو هَڏِ آسانُ[384]، پَرَ مَڱَڻهارُ مَٿي وَهي.**

8

ڳُجُهه پنهنجي ڳُجَهه سين، رِندَ[385]! رَساڻِي[386] لاءِ،
اَجَلُ اُپو آهِه، پُٺِيءَ تو پلاڻِيو.

9

وَڍِ سِرُ ٿِيءُ سَرَهو، مَ ڪِي آءُ، مَ ڳاءُ،*
جاجِڪَ! تو مَٿاءُ، مُلڪُ مِڙوئي گهورِيان.

10

ٿيئِي پَرچِيا پاڻَ ۾، تَندُ، ڪَتارو[387]، ڪَنڌُ،
تنهن جِهو ئِي[388] ناهه ڪِي، جو تو، چارَڻَ! ڪِيو پَنڌُ،
اِيءُ شُڪرُ اَلَحمدُ[389]، جيئَن مَٿو گُهرِيوءِ مَڱڻا.

11

ڪَنجهي[390] ڪِيرَتِ[391] ڪِينَرو[392]، واڄو وِلاتِي[393]،
هَنئِي تَندُ حُضُورَ ۾، تنهن پارِسَ[394] پيراتِي،
ڏِسنديئِي[395] ڏياچ ڪي، ظاهر ٿيو ذاتِي[396]،
ڪِڍي تنهن ڪاتي، وِڌو ڪَرٽُ[397] ڪَپارَ ۾.

12

گُلُ[398] چِنو گِرنَارَ جو، پَٽَڻِ[399] ٿِيو پِٽِين،
سَهَسين سورَٿِ جِهَرِيُون، اُپِيُون اوسارِينِ[400]،
چوٿا چارَڻَ هَٿَ ۾، سِرُ سِينگارِيو ڏِينِ،**
نارِيُون[401] ناڏَ[402] ڪَرِينِ، "راڄا راتِ رَمَگيو[403]!"

# سُر ڪيڏارو

**سر بابت:**

ڪيڏارو معنيٰ جنگ جو ميدان. ”ڪيداري“ هڪ
هندستاني راڳڻيءَ جو نالو آهي، جا ديپڪ راڳ جي
پنجن پاريائن (زالن) مان هڪ آهي.
(وڏيڪ عرض ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته ڪيدار
حضرت اسماعيل جو وڏو فرزند هو، ۽ اسان جو نبي
پاڪ قيدار يا ڪيدار جو اولاد آهي، ۽ امام شهيد به
ڪيدار جو اولاد آهن. ) ۽ تورات يا بائبل جي
عهدنامه قديم جي پهرئين ڪتاب پيدائش ۾ اهو علائقو
جتي ڪربلا نجف وغيره جا علائقا آهن انه کي
ڪيدار لکن ٿا، اچ به تورات يا بائبل جي نقشن ۾ ان
علائي جو نالو ڪيدار يا عربي ۾ قيدار لکجي ٿو.
(محمد عمر چند 22 جون 2022)
ڪن صاحبن جو چوڻ آهي ته ڪيڏاري سر جا بيت
احسان فقير جا چيل آهن، جو شاهه جو هڪ
همعصر هو. پنهنجي دعويٰ هن ڳالهه تي ثابت ڪرڻ

گهرن ٿا، ته گهڻو ڪري سڀني بيتن ۾ ’احسان سين‘ لفظ اچن ٿا، جي حقيقت ۾ اڳي ’احسان چوي‘ هئا، پر پوءِ فقيرن بدلايا آهن. هي دليل ضعيف آهي. ڪابه بيروني ثابتي ڪانهي. اندروني ثابتي مان صاف ظاهر آهي، ته هي ڪلام شاهه جو آهي. احسان فقير وارا امامن بنسبت چيل بيت پڙهي، هتي ڏنل بيت پڙهبا، ته فرق نمايان ٿي پوندو. احسان فقير وارن بيتن ۾، اهي شاعراڻيون خوبيون ڪونهن، جيڪي هنن بيتن ۾ موجود آهن.

ڪي صاحب شايد شاهه کي صرف سني ثابت ڪرڻ جي خيال کان، سر ڪيڏارو شاهه جو ڪلام ڪري نٿا مڃين. اها هنن جي تنگ دلي آهي. شاهه فرقي بازيءَ جي فتني کان گريز ڪندو هو. سني سادات هئڻ ڪري، امامن سان اهائي الفت هوندي هيس جيڪا هر ڪنهن سني کي آهي. ازانسواءِ هن سر ۾، شاهه اهڙي ڪابه ڳالهه ڪانه چئي آهي، جنهن تي ڪو سنين کي اعتراض ٿي سگهي. هن سر ۾ شاهه پاڻ سنين جو نقطه نگاهه واضح ڪيو آهي ته امامن جي شهادت امر الاهي هو ۽ ازل کان لکيل هو؛ تنهن ڪري انهيءَ واقعي تي سينه زني ڪرڻ ۽ بازارن ۾ سرگس ڪيدي نمائشي واويلا ڪرڻ نه جڳائي. امامن جيڪا شهادت جي سختي ڏٺي، سا الاهي محبت جو

هڪ اسرار هو. خدا دادلا دوست ڪهائي ٿو-
تنهنڪري سورهين جيڪو شهادت جو درجو ماڻيو،
تنهن تي اسان کي ارهو ٿي، روج راڙو ڪرڻ نه
سنهائي. اسين جنهن کي شهادت جي سختي سڏيون
ٿا، سا امامن واسطي ازلي آزمائش هئي. هنن خدا
تعاليٰ جو فرمودو بجاءِ آندو. هنن ’في سبيل الله‘ موت
ماڻي ابدي حياتي حاصل ڪئي، ۽ ازلي واعدو، وفا
ڪيو. اهو ته هڪ الاهي اسرار هو، جنهن جي
حقيقت ۾ مام ڄاڻڻ وارا ئي پروڙي سگهندا. باقي
جيڪي نقلي دلدليون ڪڍي، گهوڙا سينگاري،
هوليءَ جي سانگ وانگر منڊل منڊي، مزا ۾ موجون
ڪن ٿا، سي ته پاڻ امامن تي ٺٺوليون ڪن ٿا.

**مضمون:**

هن سر جو مضمون ڪربلا جي قضيي تي ٻڌل آهي،
جنهن جو احوال مختصر طور هيٺ ڏجي ٿو:
حضرت محمد ﷺ جن جي وفات بعد اهم سوال اٿيو،
ته مسلمانن جو خليفو ڪنهن کي ڪجي. هاشمين جو
خيال هو، ته حضرت عليءَ ڪرم الله وجه کي خليفو
مقرر ڪجي، پر قريشين خلافت جو فيصلو،
اجتماعي چونڊ تي ڇڏيو ۽ حضرت ابوبڪر رضي
الله تعاليٰ عنه خليفو منتخب ٿيو. مسلمانن ۾ انهيءَ
ڪري تفرقو پيو ۽ قوم، سنين ۽ شيعن ۾ وراهجي

ويئي. حضرت ابوبڪر رضه بعد حضرت عمر فاروق رضه، ان بعد حضرت عثمان رضه ۽ آخر ۾ حضرت عليءَ ڪرم الله وجهہ خلافت جو عهدو سنڀاليو. حضرت عليءَ کان پوءِ سندس وڏو فرزند، حضرت امام حسن خليفو چونڊيو ويو، پر هن شام جي حاڪم معاويه کي خلافت سونپي ۽ وڏا وظيفا وٺي، ڀاءُ امام حسين سميت، مديني ۾ اچي آرام سان زندگي بسر ڪرڻ لڳو. معاويه جي مرڻ تي سندس پٽ يزيد شام ۾ خلافت جون واڳون ورتون ۽ امام حشين ۽ عبدالله بن زبير کان بيعت ڪرائڻ لاءِ مديني جي امير کي لکي موڪليو. امام حسين ۽ عبدالله بن زبير راتو واه مدينو ڇڏي، عيالن سميت اٿي مڪي ڏي پنڌ پيا.

ڪوفين امام حسين کي خط لکيا، ته "اسين تنهنجا تابعدار آهيون. ڪوفي ڏانهن اچو، ته يزيد خلاف جنگ جوٽيون." امام حشين خبرچار لهڻ لاءِ پنهنجي سوٽ امام مسلم کي ڪوفين ڏانهن موڪليو. امام مسلم ڪوفي ۾ پهتو، ته هزارن سندس هٿ تي اچي بيعت ڪئي. انهن ۾ جوش ڏسي، امام مسلم، امام حسين کي ڪوفي ڏانهن اچڻ لاءِ لکي موڪليو.

جڏهن يزيد کي ڪوفين جي بغاوت جي ڪڙڪ پئي، تڏهن نعمان کي برطرف ڪري، عبيدالله کي امير

ڪري موڪليائين. عبدالله جي ڏاڏاين ۽ حرفتن ڪري، ڪوفي امام مسلم ڪان ڦِري ويا ۽ کيس شهيد ڪري ڇڏيائون، جنهن جي امام حسين کي مڪي ۾ ڪابه خبر نه پيئي.

امام مسلم جي لکڻ تي، امام حسين ڪوفي ڏانهن روانو ٿيو. محترم جي پهرين تاريخ، خميس جي ڏانهن سن 61 هجريءَ مطابق 670ع، بابل جي سرحد تي رسيو، جتي عبيدالله جي موڪليل هڪ سالار، حر، کيس اچي امام مسلم جي شهادت جي خبر ٻڌئي ۽ کيس نظربنديءَ جي حاَلت ۾ ڪربلا جي ميدان ڏانهن وٺي ويو. هو محرم جي 3 تاريخ، فرات نديءَ جي ڪناري وٺ، ڪربلا جي ميدان ۾ اچي پهتا.

امام حسين مڪي موٽڻ لاءِ تيار هو. هو يزيد ڏانهن وڃي ساڻس روبرو ڳالهين ڪرڻ لاءِ به تيار هو؛ پر عبيدالله اجازت نه ڏني. اٽلو بيعت تي اصرار ڪري بيٺو. ناڪابندي ڪري پاڻي وغيره بند ڪرايائين. امام حسين سان فقط چاليهه پيادا ۽ ٻٽيهه سوار هئا. پوءِ حر، عبيدالله جي لشڪر ڪان ڇڄي، اچي امام سان ساٿي ٿيو.

شمر نالي سالار، محرم جي ڏهين تاريخ، وٺي تيرن جا وسڪارا مچارايا ۽ امامن جي خيمن کي ساڙڻ جو حڪم ڏنو، آخر ٻئي ڌريون لڙائي لاءِ تيار ٿيون.

پوءِ ته ڪونڌر ڪسجڻ لڳا. هڪ ٻئي پٺيان امام جا عزيز شهيد ٿي ويا. آخر امام حسين مصري قبا پهري، مٿي تي پيغمبر ﷺ جن جي دستار مبارڪ رکي، ڪلهي تي حضرت حمزي واري ڍال ڍاري، چيلهه سان حضرت عليءَ واري ذوالفقار ٻڌي، ذوالجناح تي چڙهي، رڻ ڏي رخ رکيو ۽ ڪيترا ڪافر ڪيرائي، آخر جام شهادت پيتائين.

## روحاني راز:

هن سر ۾ شاهه سچ جي راهه ۾ سور ۽ سختيون سهي، سر فدا ڪرڻ جو سبق امامن جي ڪربلا واري قبضيي مان پرائڻ جي تلقين ڪري ٿو. امامن دنيا تي دين ڪونه وڪيو. جيڪڏهن يزيد جي بيعت ڪن ها ته جيڪر وڏا وظيفا ۽ دنيوي سک ۽ سهنج حآصل ڪن ها. ائين ڪرڻ سان هنن کي هڪ طرف مان ۽ مرتبو ملي ها، ته ٻئي طرف سورن کان نجات. جيتوڻيڪ کين يقين هو ته يزيد سان پڄڻ محال آهي؛ ته به بي سروساماني جي حالت ۾ حق جي راهه کان نه مڙيا. نفس سان جنگ جوٽڻ، وڏو جهاد آهي، پر جبري حاڪم کي سچ چوڻ انهيءَ کان به وڏو جهاد آهي. حق تي بيهي، اصولن کان نه مڙڻ، مانجهي مڙسن جو ڪم آهي. جهڙي تهڙي جي جاءِ ڪانهي. سچ چوڻ کٽي

سولو هجي، پر ڪوڙي حاڪم کي حق چئي، پوءِ جيڪي سور سهڻا ٿا پون، تن جو اندازو فقط اهو ڪري سگهندو، جو انهي آزمائش مان گذريو هوندو. خود غرضي انسان کان الائجي ڇا ڇا ٿي ڪرائي. عهدي ۽ انعام جي لالچ، شمر کان هي شيطاني شغل ڪرايو. دنيوي حڪومت ۽ ان جي الفت يزيد کي اهلبيتن کان بيعت ڪراڻ لاءِ ڪيترائي خراب حڪم صادر ڪرايا.

سچ تان سر صدقي ڪندڙن جا مثال، دنيا جي تاريخ ۾ ٻيا به گهڻائي لڀندا، پر ڪربلا جي واقعي جهڙو رقت آميز حادثو مشڪل ملندو. حضرت عيسيٰ صليب تي سر ڏنو ۽ منصور سوريءَ تي پساهه چڙهيو پر امامن جهڙي آزمائش ڪنهن سان ڪانه ٿي. هت ته هر هڪ، پاڻيءَ جي بوند لاءِ سڪي، بک ۾ پاه ٿي، سچ تان هر صدقي ڪيو. امام جيڪر اڪيلو شهيد ٿئي ها ته ٻين جهڙو ليکجي ها. شاباس آهي سندس اهل و اولاد کي جن مان هرهڪ ساڻس متفق ٿي بيٺو ۽ ڪانئس اڳ شهادت جو جام پيتو. هرهڪ عزيز، پٽ، ڀائٽي وغيره کي اکين اڳيان اجل جو شڪار ٿيندو ڏسي جيڪا مائٽ جي دل جي حالت ٿيندي، سا سمجهڻ يا محسوس ڪرڻ به سٺري ڪانهي.

صبر ڪري سور سهڻ؛ اصول تي اکين اڳيان اولاد ڪهائڻ، ننڍڙن ابهمن ڪيپاٽيءَ لاءِ پياسو تڙپي تڙپي ساهه ڏيندو ڏسي، ثابت قدم بيهڻ، ڪا معمولي ڳالهه ڪانهي. محڪم ارادو ڪندڙ اصول جي پابندي ڪندڙ انسان، دنيا ۾ سختيون سهي ٿو، پر ابدي حياتيءَ جو مستحق ٿئي ٿو. شال ڪو دنيا خاطر دين برباد نه ڪري. شل ايمان تان هن دنيا جون سو حياتيون قربان ڪرڻ جي اسان کي قادر قوت ڏي!

# سُر ڪيڏارو

## داستان پهريون

1

ڏِٺو مُحَرمُ ماهُه[404]، سَنڪو[405]، شَهِزادَنِ[406]،

ٿِيو*،

جاٽي هِڪُ اللهُ، پاڻَ وَٽَندِيُون[407] جو ڪَري.

2

ڏِٺو مُحَرمُ ماهُه، سَنڪو شَهِزادَنِ ٿِيو،

مڪي، مَدِيني، ماڙهُوئين[408]، رُنو مَٿي راهَه،

تنهن واحِدَ کي واهَه[409]، جو حُڪُمَ هِهَڙائِي ڪَري.

3

مُحَرمُ موٽِي آئِيو، آئِيا تان نَه اِمامَ[410]،

مَدِيني جا ڇامَ+، مولا! مُون کي ميڙِيين!

4

مُحَرمُ موٽِي آئِيو، موٽِيا تان نَه اَمِيرَ،

مَدِيني جا مِيرَ، ڏاتَرَ! مون ڏيکارِيين!

5

مِيرَ مَدِينِئان[411]، نِڪَرِي، ڏيرا[412]، ڏِنائُون+،

ڪاٺِيءَ، پاٽِيءَ، گاهَه کي ماڙهُو مُڪائُون،

ڇَڙهَندي[413]، چيائُون، تَه ٿيندي ويڙِهه

وَڏاندَرِي[414].

6

مِيرَ مَدِينِئان نِڪَري، رِڙهيا مَٿي رَندَ[415]،

گهوڙا تَنِ گهوٺَنِ جا، پُرِيا[416] مَٿي پَنڌَ،

جِتي رَهِيا راتَڙِي، سي سُونهارا هَنڌَ،

ڪُلَها، ڪَرِنگهرَ، ڪَنڌَ، جُهرَنِ

جُهونجهارَن[417] جا.*

7

مِيرَ مَدِينِئان نِڪَرِي، آئِيا نَه موٽِي،

ڪارا رَڱِجِ ڪَپِڙا، اَدا نِيروٽِي!

آئون تَنِين لاءِ لُوٺِي[418]، جي مِيرَ مُسافِرَ رانئِيا[419].

8

سَخِتي شَهادَتَ جِي، سُڻُ! شادِيءَ جو ڏينهن،**

ذَرو ناهِه يَزيدَ کي، نِسوروه ئِي نينهُن،+

مَرگُ[420] آهي مينهُن[421]، عَلِيءَ جي اولاد کي.

9

سَخِتي شَهادَتَ جِي، مِڙوئِي مَلهارُ[422]،

ذَرو ناهِه يَزِيدَ کي، اِي عِشقَ جو آثارُ[423]،

ڪُسَڻ جو قَرارُ[424]، اَصلِ اِمامَنِ سين.

10

سَخِتي شَهادَتَ جي، مَلهارُ مِڙوئِي،

ذرَو ناهِه يَزيدَ کي، آثارُ اُهوئِي،*

ڪُسَڻُ هو ڪوئِي، اَصلِ اِمامَنِ سين.

11

سَخِتي شَهادَتَ جِي، نِسورو ئِي نازُ،

رِندَ پَرُوڙِينِ رازُ، قَضِئي[425] ڪَرِبَلا جو.

وائي

اَڄُ مِيرَ مَومِنَنِ جا، مَدِينو ڇَڏي هَلِيا،

مَدِينو ڇَڏي هَلِيا، سي مَدِينَئُون[426] لَڏي هَليا.

هَئي هَئي! مَدِينو ڇَڏي هَلِيا!

سِڄُ، چَنڊُ، مُصطَفيٰ ڌي، يَڪدِلِ گڏي هَليا،

هَئي هَئي! مَدِينو ڇَڏي هَلِيا!

اَنڌارو ٿِيو، اُنِ ري، تارا لَڏي هَلِيا،
هَئي هَئي! مَدِينو ڇَڏي هَلِيا!

## داستان پيو

1

چَندَ وِهاڻِيءَ[427] چَڙهِيا، مَلَ[428] مَدِينِئان مِيرَ،
اُنِ سين طَبَلَ، بازَ، تَبَرُون، ڪُندَ، ڪَٽارا، ڪِيرَ،*
عَلِيءَ پُٽَ اَمِيرَ، ڪَندا راڙو[429] رُڪَ[430] سين.

2

چَندَ وِهاڻِيءَ چَڙهِيا، مَلَ مَدِينِئان گهوٽَ،
اُنِ سين طَبَلَ بازَ، تَبَرُون، ڪُندَ، ڪَٽارا،
ڪوٽَ[431]،
عَلِيءَ پُٽَ اَموٽَ[432]، ڪَندا راڙو رُڪَ سين.

3

چَندَ وِهاڻِيءَ چَڙهِيا، مَلَ مَدِينِئان چام،
اُنِ سين طَبَلَ، بازَ، تَبَرُون، نيزا ۽ نِيشان[433]،
عَلِيءَ پُٽَ اَيامَ[434]، ڪَندا راڙو رُڪَ سين.

4

ڪَربَلا جي پِڙَ ۾، خِيما کوڙِيائُون،

جهيڙو يَزِيدَ سامُهُون، جُنبِي[435] جوڙِيائُون،
مُنهن نَه موڙِيائُون، پَسيي تاءُ تَرارِ جو.

5

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، اَهل- بَيتَ آيا،
ماري مِصرِيَنِ[436] سين، تَنِ ڪافِرَ ڪَنبايا،
سَچُ ڪِ[437] بيبِي[438] چايا، هَهِڙا سُورِهيه سُپِرِين.

6

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا سَيّدَ شيرَ،
ماري مِصرِيَنِ سين، ڍُونڍَ[439] ڪِيائُون ڍِيرَ،
دَهِليا[440] اُتِ دِليرَ، پَسِي حَملو مِيرَ حُسَينَ جو.

7

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا جُنگَ جُوانَ،
ڌَرتِي ڌُبِي، لَرزِي، ٿَرٿَلِيا[441] آسمانَ،
ڪَرَههِ[442] هُئِي ڪانَ، هو نِظارو نِينهن جو.

8

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، پاڻَ آيا پِيهِي،
پَهُه ڪِيائُون پاڻَ ۾، مُقابِلِ[443] ويهِي،
قَضا[444] هِيءَ ڪيهِي، هَئي هَئي! ٿِي حُسينَ سين.

9

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا اَڄُ اَمِيرَ،
ويهِي ويرِينِ[445] سامُهان، تِکا هَنيائُون تِيرَ،

هُئِي اِيءَ تَقدِيرَ، اِمامَنِ سين اَڳِهين[446].

10

دوستَ ڪُهائي دادُلا[447]، مُحِبَ مارائي،
خاصَن خَلِيلَنِ[448] کي، سَختِيُون سَهائي،
اَللّٰهُ اَلصّمَدُ[449] بي نِيازُ، سا ڪَري جا چاهي،
اِنهييءَ مَنجِهه آهي، ڪا اُونِهيي ڳالِهه اِسرارَ[450] جِي.

وائي

واويلا! واويلا! مَلَڪَنِ[451] ڪِيو رِڻِ ماتامُ،
هَئي هَئي! شاهَه حُسَينَ سِڏاريو[452].
ڪَربَلا جي پِڙَ ۾، خِيما کوڙِيائُون،
جيڪا رَضا رَبّ جِي، لِکيو لوڙِيائُون،
هَئي هَئي! شاهَه حُسَينَ سِڏاريو.
ڪَربَلا جي پِڙَ ۾، آيا اِج اَمِيرَ،
جُهڙَ وَرائي جهورِيءَ جَهلِيا، طَرَفَ سَندي تَقدِيرَ،
هَئي هَئي! شاهَه حُسَينَ سِڏاريو.
پَسِي سَختِي مِيرَ حُسينَ جِي، رُنو نَبِيّنِ زارون زار،
مَلَڪَ، فَلَڪَ[453]، ڌَرتِي ڌُبِي، آئِي عَرشَ مَٿان اوچِنگارَ،
هَئي هَئي! شاهَه حُسَينَ سِڏاريو.

# داستان ٿيون

1

ڏِٺو ڪالَهه ڪِنهين، جُهونجهارَڪو[454] جَهڳِڙو،*
هاٿِيَنِ[455] هَڏَ مُچائِيا[456]، ريلو رَتَ نَئين[457]،
پانئِينِ[458] سا سَنئِين، جِئان جِيءَ جوکو ٿِئي.**

2

ڪاري ڪَڪَرَ هيٺِ، مُون جهيڙِندا چِڏِيا،
ڪارا ڪُنَدَ هَٿَنِ ۾، اَڙَلَ[459] وَچيرا[460] هِيٺِ،
ٿِي تَنِين سين ڏيٺ[461]، موٽَڻُ جَنِين مِيهَڻُو.

3

آيا، اُجارِينِ تَنڪَ[462]، تَرارِيُون، تيئُرا[463]،
سانگِيُون[464] سائُنِ[465] هَٿَ ۾، ڪُلهنئُون[466] نه لاهِينِ،
اُپائِي آهِينِ مُهائِي[467] مَرَڻَ تي.

4

هَٽَڻُ، هَڪَلَڻُ، بيلِي[468] سارَڻُ[469]،
مانجِهيان[470] اِيءُ مَرَڪُ.
وِجَهنِ تان نَه فَرَقُ، رُڪَ وَهَندِيءَ راندِ[471] ۾.

5

بَهادُرَ گَڏِيا بَهادُرين، ڪَڙِڳَ[472] کِلوِلِ[473] ڪَنِ،

وِجَهنِ ڏَڙَ ڏَڙَنِ تي، هاڪارِينِ[474] هَٺَنِ،
ڪِرَنِ، ڪَنڌَ نَچَنِ[475]، رڻُ گجِيو[476]، راڙو ٿِيو.

6

هوڏانهن هُنِ هاڪارِيو، هيڏانهن هِي هَٺَنِ،
سُرِنايُون[477] ۽ سُنڌِڙا[478]، ٻِنهِي پارِ ٻُرَنِ[479]،
گهوٽَنِ ۽ گهوڙَنِ، رِڻَ ۾ لائُون لَڌِيُون.

7

گهوڙَنِ ۽ گهوٽَنِ، جِيئَڻَ ٿورا ڏِينهڙا،
ڪَڏهن مَنجِهه ڪوٽَنِ، ڪَڏهن واهِي[480] رِڻَ جا.

8

گهوڙو گهوٽَ پَلاڻِيُو، مَٿِسِ زِينَ ڌَري،
عَلِي شيرُ پُٺَنِ کي، اُپو سَڌَ ڪَري،
قَضا ڪيئن ٽَري، جيئن اَمُرُ اِلاهِي آئِيو.

9

جِهمَندِيُون[481] اَچَن، جهولِيُون[482] جُهونجهارن جون،
پايو ٻُڪَ ٻُهارَ[483] جا، اَن جون وَهُون[484] واڪَا ڪَنِ،
پِٽِينِ، پارَ ڪَڍَنِ، رِڻُ ڳجيو، راڙو ٿِيو.

10

ڪانڌَ[485] ڪَلاڙين[486]، ڪَپِڙين، وَرَ! ونَاهِيو آءُ،
جِتِ سانگِينِ جِي سَٽِ وَهي،* اُتِ وِڪَ وَڌَندي پاءِ،

تان تان پَئه مَ پاءِ[487]، جان جان لُونڏين[488] نَه
چَڙهين.**
11
”پَکَو“، آئُون نَه چُئان، ”ماريو“ تَه وِسُهان،
ڪاندَ مُنهن ۾ ڏَڪَڙا، سِيڪيندِي سُونهان[489]،
تَه پُٽِ لَڄَ مَران، جي هُونسِ پُٺِ ۾.
12
”پَڃِي آئِيين، پَڇَٽا! لَڃايُئِي مُون، يار!
وينِيُون ڪَنِ ڪُوارَ[490]، مُنهن مَٿانهان جَنِ جا.“
13
پَڃِي آئِيين، پَڇَٽا! لَڃايُئِي مُون سيڻ،
وينِيُون وِڃهنِ ويڻَ، مُنهن مٿانهان جَنِ جا.
14
مُنهن مٿانهان جَنِ جا، سي پِنِيو ڪَڍَنِ پارَ،
جيڏِيُون! هِنَ جونجهارَ، اُجاري سَڀِ اَڇا ڪِيا.***

وائي
يا عَلِي عَلِي! سِرِ[491] يَتِيمَنِ جي آئي،*
آيو حُڪمُ اَللهَ جو، يا اِمامَ،
يا عَلِي عَلِي! سِرِ يَتِيمَنِ جي آئِي.
بَنِ وِڇوڙو مَوتَ جو، هَئِي وو! هَئِي! چارِئي پَهَرَ جُدائِي،
يا عَلِي عَلِي! سِرِ يَتِيمَنِ جي آئِي.

اَٿَرَ پَٿَرَ[492] ميڙي، سائِين، اَلا! بِيبِيءَ ديگِ
چَڙهائي[493]،
يا عَلِي عَلِي! سِرِ يَتِيمَنِ جي آئِي.
جَنِين ڪارَڻِ چاڙهيائين، سي تان ڪَرِن[494] لَڙائِي،
يا عَلِي عَلِي! سِرِ يَتِيمَنِ جي آئِي.

## داستان چوٿون

1

ڪا جا ڏُرِي[495] ڏُنگُرِي[496]، ڪو جو وَرِيو واءَ،
عَلِيءَ شيرَ وِياءَ[497]، رِڻَ ۾ پيبَنِ راتَڙِي.

2

جهِرو لاهِه[498]، يَزِيدَ! عَلِيءَ جي اولادَ سين،
سا نَه پَسَندِين[499] عِيدَ[500]، جا هوندِي مِيرَ حُسَينَ
سين.

3

جَنِين جهيڙيو ڪَالَ[501]، عَلِيءَ جي اولادَ سين،
هَئي تَنِين جي حالَ، جي جَماتِي[502] يَزِيدَ جا.

4

جَنِين جهيڙِيو اَڄُ، عَلِيءَ جي اولادَ سين،
پِئي[503]! تَنِين کان پَڄُ، جي جماتي يَزِيدَ جا.

5

ڪُوفِيَنَ قَهَرُ ڪِيو، ٿِيا جماتي يَزِيدَ جا،

پَلِيتَنِ کي پِڙَ ۾، وَرنَههُ[504] وَرِ پِيو[505]،

سَڌَرُ [506] هونِ سِهو[507]، شيرُ شَهادَتَ رَسِيو.

6

ڪُوفِيَنِ ڪاغَذُ لِکيو، وِچِ وِجِهي اَللّٰهُ،

”اَسِين تابِعَ تنهنجا، ٿُون اَسانهنجو [508] شاهُه،

هيڪَرَ هيڏِي آءُ، تَه تَختُ تابيني[509] تنهنجي.“

7

ڪُوفِي ڪَربَلا ۾، پاڙِي نَه پِيارِينِ،

اُتي عَلِيءَ شاهَه کي، شَهِزادا سارِينِ،

نِڪَرِيو نِهارِينِ، چَڙهُه، مِيرَ مُحَمّدَ عَرَبِي.

8

پِرِهَه پَکِي آئِيو، ڪَربَلا مان ڪَهِي،

روضي پاسِ رَسُولَ جي، تنهن هَلِي هاڪَ[510] هنئِي،

”ڏِنِيَمِ رُڪَ رَئِي[511]، چَڙهُه، مِيرَ مُحَمّدَ عَرَبِي.“

9

پِرِهَه پَکِي آئِيو، صُبُحِ سَوارو،

روضي پاسِ رَسُولَ جي، هَنيائِين هاڪارو[512]،

”مانجِهيَنِ ڪِيو مارو، چَڙهُه، مِيرَ مُحَمّدَ عَرَبِي.“

10

پرِهَه پَکِي آئيو، ڪَربَلا مان ڪالَ،

”آهِه اَلُودو [513] رَتَ سين، حَيرَتَ گَڏِيو حالَ،

گهوٽَ وِٺاهِيا[514] ڪالَ، ٻيلِي مِيرَ حُسَينَ جا.“

11

ڪَربَلا ۾ ڪُوڪَ، ساجُهرِ شَهِزادَنِ جِي،

عالَمَ جا مَلُوڪَ[515]، رُڪَ روهي[516] جَهِليا.

وائي

سارو ڏينهن رڻَ ۾، رَهِيا سي اِمامَ،

رڻ ۾ رَهِيا سارو ڏينهن، رڻَ ۾ رَهِيا،

هَئي هَئي! رڻَ ۾ رَهِيا.

”ٿُون جا وَجين، ڪُونجَڙِي، هَئي هَئي ناني[517] ڏيجِ سَلامَ“

هَئي هَئي! رڻَ ۾ رَهِيا.

مون کي وِيرِينِ وِيڙهِيو، مولا! مينهن وَساءِ،“

هَئي هَئي! رڻَ ۾ رَهِيا.

## داستان پنجون

1

حَسَنُ ناهِه حُسَينَ وَٽِ، ٻيلِي نَه ٻاهُون[518]،

ساٿِيهُه[519] شَهزادَنِ جو، آهي اَڳاهُون[520]،

يَزِيدَ! جُلاهُون[521]، تيلانهن[522] ڪَرِيين تَڪِڙيُون.

2

ڪِلي[523] ويرَ ڪَنَّڪَ ۾، هَئي جي حَسنُ هُئو،
پيڙو [524] پيڙو پاءُ تي، پَتَنگَ جيئن پيو،
آهي ڪيرُ بِيو، جو ڪَري هَلان مِيرَ حُسَينَ تان؟

3

ڪِلي ويرَ ڪَتَڪَ ۾، سائُو[525] سَپِ نَه هُونِ،
پِڙَ تي سيئِي پون، موٽُ جَنِين مِيهَٽُو.*

4

ڪِلي ويرَ ڪَنَّڪَ[526] ۾، پاڳَرَ [527] جو پائي،
اَجا اُنُ کي جيئڻ جو، آ سانگو [528] آهي،
سُورِهيُه سو چائي[529]، جو رُڳو ئِي[530] رِڻِ گِهڙي.

5

سُورِهيه مرين سوڀَ کي، تَه دِلِ جا وَهَمَ وِسارِ،
هَٽُ پالا، وِڙهُه پاڪُرِين، آڏِي ڊِالَ مَ ڊارِ،
مٿان تِيغَ[531] تَرارِ، مارِ تَه متارو ٿِيِين.*

6

حُرّ [532] هَلِي آئِيو، مانجِهي مَردانو:
”آهِيان عاشِقُ آڳِ جو، پَتَنگُ پَروانو،
مانَ راضي ٿِيئي رَسُولُ رَبّ جو، نَبِي تو نانو،
هِيُ سِرُ سَمانو[533]، گهوٽَ! مَٿانئِين گهورِيان.“

7

هُئِي هدايَتَ حُرّ کي، اَزَلَ ۾ اَصلا[534]،

چَڙهِي آيو جَنگِ تي، هَلِي هُنَ پارا،
اِينديهي[535] چَيائِين اِمامَ کي: ”گهورِيُسِ آن مثاءَ،
”لَا يُڪَلِّفُ اللهُ نَفساً اِلا وُسعَها“[536]، جيڪا پُڄَندِيَم سا،“
گهوٽَ پِه لَڳا گهاءَ، هِيءُ پِه[537] شيرُ شَهِيدُ ٿِيو.

8

پاوَنگُ[538] اُپِو پِڙَ ۾، هَٽِي هَزارِي[539] هولُ[540]،
جَوهَرَ [541] ۾ جَڙاءَ سين، ڪامِلَ سِرَ ڪَنگولُ[542]،
رَتورَت رَتولُ، مولِهيو [543] مِيرَ حُسَينَ جو.

9

ڏاڙهِي رَتَ رَتِياسِ، ڏَندَ ته ڏاڙهُونءَ گُلَ جيئن،*
چوڏِهينءَ ماهَه چَندَ جيئن، پِڙَ ۾ پاڳِڙِياسِ[544]،**
ميڙي[545] ۾ مُحَمّد جي، مَرُ مَرَڪي ماسِ[546]،
تنهن سُورِهَيه کي شاباسِ، جو مَٿي پِڙَ پُرزا ٿِئي.

10

ڏاڙهي رَتَ رَتِياسِ، ڏَندَ تَه موتِيَنِ ڳُتِيا،***
چوڏهِين ماهَه چَندَ جيئن، پِڙَ ۾ پيشانِياسِ[547]،
”اَللهُ نُورُ السَّمَاواتِ[548]،“ جَلوو زَمِيناسِ[549]،
”سِيمَاهُم فِي وُجُوهِهِم[550]“، مُونهن ۾
مَڻِ[551] ڳُتِياسِ[552]،
ڪَڪِرا ڪَربلا جا، مادَرِ ٿي مِيڙِياسِ،
ڦَٽَنِ تان رَتَ ڦُڙا، عَلِيءَ ٿي اُگهِياسِ،
مِڙَئِي[553] مَعافُ ڪِياسِ، خالِقَ بَدِلي خُونَ[554] جي.

11

ڪَربَلا ڪَڪورِي[555]، دُلدُلِ[556] رَتا پيرَ،

سَنُّون ڏِيندي[557] شيرَ، مَٿاءَ سِجُ مُرڪيو.+

12

چارِ تَرارِيُون چيلهه سين، ٻَڌِي ٻَه پاڳُون[558]،*

اَڳِيَنَ[559] جُون آڳُون[560]، ڪَونرَ [561] ڪِيلي ۾

موڪِيُون.

وائي

اَجُ نَه آيو اِمامُ، واويلا! مومِنا! ماتُم! واويلا،

اَنُ نَه پاڻِي اُنِ کي، نه ڪو وُنَڙُنِ مينهن،

مومِنا ماتامُ واويلا!

هُئا سَنڌاڻِيءَ جَنگِ ۾، نَوَ راتِيُون، ڏَهَه ڏِينهن،

مومِنا ماتامُ واويلا!

دُلدُلِ گهوڙو شاهه جو، مَٿِسِ لالَ[562] پَلاڻِي[563]،

مومِنا ماتامُ واويلا!

شيرَ شَهزادي لَڏِيو،** سِيّدَ سيجَ نَه ماڻِي،

مومِنا ماتامُ واويلا!

## داستان ڇهون

1

ڪؤنر ڪِلي[564] جا ڪوڏِيا، جان ڪِي تائِين
جِيءُ،***
مَٿاءَ اَڙِيَنِ[565] اُسَرِيِ، رُڪَ پِيالو [566] پِيءُ،+
ڳاهُه[567] ڳِجُهنِ جو ٿِيءُ، ويٺي[568] جَنِ وَرِهيه ٿِيا.
2
پاڪَ جَنِين جا پيرَ، گَٿان[569] هيٺِ نَه كوڙِيا،
تَنگَ[570] تَرارِيَنِ تِڇِئا[571]، چَٽِيو پُونِ چُڳِيرَ[572]،
ڏُونڌَ[573] تَنِين جا ڏيرَ، ڳِجَهڙِيَنِ ڳَرِ لائِيا[574].
3
چَپَرِ جيئن پَهُون[575]، تيئن رِڻُ ڳِجُهنِ رانئِيو [576]،
وَنڪا[577] وَنڪَنِ گَڏِيا، ٻوڙِيو ڏِينِ ڊَهُون[578]،
مهايَنِ[579] وَهُون[580]،
نِيرُ [581] مَهانگو [582] ڪَندِيُون.
4
ڳِجُهون ڳوٺِ نَه هُونِ، وَتَنِ ڪِلي ڪوڏِيُون،*
حَسَنَ، مِيرَ حُسينَ کي، لَمِيو [583] لائُون ڏِينِ[584]،
ڳُتا[585] اُکوڙِينِ، چوٿا چُوڙِيَئَرَنِ[586] جا.
5
ڳِجَهڙِيَنِ ڳارو[587]، راتو ڏينهان رِڻَ ۾،
پُٽِيُون پُڇَنِ پاڻِ ۾، ”ڪنهن مُنهَن ڪيڏارو؟**
کائِنِ کَڳمارو[588]، ڪانئِرُ پيو ڪِنُو ٿِئي.
6

ڳائو [589] ڳَجَهه نَه ڪاءِ، مِهي[590] ماسَ نَه هيرَئِين،
تَنِين لاءِ واجهاءِ، ڪَلَنگِيُون جَنِ ڪَپارَ ۾.

7

اَڪِيُون ڪَڍُ مَ ڳَجَهڙِي، تارا تان مَ ڪاءُ،
پِيو نَه پَسين پَٽَ ۾، ريڳَڙِيارو [591] راءُ[592]،
جيري[593] جنهن جُوانَ جي، لَڳا نَوَ سَؤُ نَوَ گهاءَ،
راتِ جنهن جي ماءُ، روئِي، پَرِنيو[594] رَبّ کي.

8

ڪَنيِ ڪُسَنئِي ڳَجَهڙِي، لِڱين پويئِي واءُ[595]،
اَمِيرَنِ مَٿاءُ، جيئَن تو ڦُلين[596] چائُون[597] نَه ڪِيُون.

9

ڳَجُهنِ ويٺِي ڳاڙِيا، ڏَنجها[598] ڏُکَ گهٽا،
تَنگِي لَٿِيَنِ تُونڊِ[599] جِي، سُورِهَيه ساماٽا،
ڪَندا راماٽا[600]، ڪَؤنَر ڪِلي جا ڪوڏِيا.

10

ڪُوپا[601] ڪِلي ڪوڏِيا، راوَتَ[602] ڪِينَ رَهَنِ،
سائُنِ[603] سِرَ فِدا ڪِيا، اڳِيان اِمامَنِ،
يُجاهِدُونَ فِي سَبِيلِ اللّٰهِ[604]، ڪَمُ اِهو ئي ڪَنِ،
حُورُون هارَ ٻَڌَنِ، سِهَرا[605] شَهِيدَنِ کي.

11

ڪُوپا ڪِلي ڪوڏِيا، سائُو سِلِحدارَ [606]،
هِڪُ پائُرَ، ٻِيا پائِٺا[607]، ٿِيا جانِي جِگِرَ يارَ،

اَرِڙَنِ[608] ۾ اِحسان سين، سوپيا[609] ٿِيا سَردارَ،
حُورُنِ ٻَڌا هارَ، سِهَرا شَهِيدَنِ کي.

12

جَنّتَ سَندِيَنِ جُوءِ[610]، فائِقَ[611] هَلِيا
فِردَوسَ[612] ڏي،
فانِي ٿِيا "في اللّٰهَ[613]" ۾، هُوءِ[614] ۾ پِيا هُوءِ[615]،
رَبَ! ڏيکارِيين رُوءِ[616]، اُنِين جِي اِحسانَ سين!

13

حَسَنَ مِيرَ حُسينَ جِي، سُئِي جَنگِ جَهانَ،
اُڏاڻا اوڙِي[617] ڪَري، ڪارين پَکين ڪانَ،*
پِيءُ ڏاڏاڻا پاڻَ، سَيّدَ سَڀِ مَلهائِيا.

14

حَسَنَ، مِيرَ حُسَينَ کي، رُنو ٿِنِ ٿولَنِ[618]،
گهرِ ماڙ هُوئين، جَهنگِ مِرُوئين، اُپَنِ[619] ۾ مَلَڪَنِ،
پَکِيَنِ پاڻُ پَڇاڙيو، ته لَڌِيو هوتَ وَڃَنِ،
اَلا! شَهزادَنِ، سوپُون ڏئين، سَچا ڌَڻِي!

15

حَسَنَ، مِيرَ حُسينَ جو، جَنِ نَه هِينئڙي[620] جارُ[621]،
خالِقُ رَبُ جبارُ[622]، ڪِينَ مَر هِيندو[623] تَنِ کي.

وائي

ماتامُ اِمامَنِ جو ڪَرِيو، ماتامُ شَهِيدَنِ جو ڪَريو،

ماتامُ اِمامَنِ جو ڪَرِيو.

روئِي روئِي اَڪِيُون، رَتَ سين چو نَه پَرِيو،

ماتامُ اِمامَنِ جو ڪَرِيو.

جيڪِي اِمامَنِ سين ٿِيو، سو پاڻَ ڏَٺِي پَيدا ڪِيو،

ماتامُ اِمامَنِ جو ڪَرِيو.

# سُر سارنگ

**سر بابت:**

سارنگ هڪ راڳڻيءَ جو نالو آهي، جا برساتي موسم، يعني سانوڻيءَ ۾ ڳائبي آهي. چون ٿا، ته جيڪو هن سر کي پوري سر ۽ تال ۾ ڳائيندو، سو جهڙ لائيندو ۽ مينهن وسائيندو. عام طرح وس تي وچڙ وقت ماڻهو هي بيت جهونگاريندا آهن.

هي سر ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري شاهه جي رسالي جي ٽن پاڱن ۾ درج ٿيل ڪونهي، شايد چوٿين پاڱي ۾ آڻي ها. ڊاڪٽر ٽرمپ توڙي سرڪاري ڇاپي موجب داستان پهرين ۾ صرف 15 بيت ڏنل آهن. پين ڇپيل توڙي قلمي نسخن مان چنڊڇاڻ ڪري ڪل 33 بيت ڏجن ٿا. اڃا به هڪ بيت داستان ٻئي ۾ مضمون جي مدنظر ٿپايو ويو آهي ۽ هڪ بيت 'ميون' جو ۽ 3 بيت پين سگهڙن جا رد ڪيا ويا آهن. داستان 2 ۾ ڊاڪٽر ٽرمپ 'عبدالله' جي وائي ني آهي، جا پڻ ڪڍي ويئي آهي. رواجي نسخن جي داستان 3 مان

ڪيسر، سمن، گنگوءَ، عنايت ۽ لڪمير جا درج ٿيل 5 بيت ڏاريون ڪلام سمجهي خارج ڪيا ويا آهن، ۽ ٻيا بيت هٽ ڪري وڌا ويا آهن. داستان چوٿين مان هڪ ڪيسر جو، هڪ جوٽيجي جو، هڪ عيسيٰ جو، ٻه ٿانور جا ۽ 2 ٻين سگهڙن جا بيت رد ڪيا ويا آهن؛ تنهن هوندي به ٻيا بيت هٽ ڪري، جتي ٽرمپ ۾ سرڪاري ڇاپي ۾ 23 بيت آهن، اتي 20 بيت ڏنا آهن، ٽرمپ واري نسخي ۾ ڏنل بلند شاهه واري سرائڪي ٻوليءَ ۾ وائي رد ڪئي ويئي آهي.

## مضمون:

1950

ع واري شاهه جي ورسيءَ تي شمس العلماءِ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي ڪيل تقرير، سندس اجازت سان هيٺ ڏجي ٿي، جنهن ۾ صاحب موصوف نهايت خوش اسلوبيءَ سان سارنگ جي سر جي مضمون کي واضح ڪيو آهي:

شاهه سارنگ کي پنهنجو يار ٿو سڏي 'اچ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا.' سانوڻ ۽ بهار، سال جي جوانيءَ جا ڏينهن آهن. مون جهڙا ڪتابن جا ڪيڙا ۽ گهر گهيتڙا به جوش ۾ اچي ويندا آهن. اچا جهڙ جهاما ٿيو، رعد جي رڙ ٿي ۽ وچڙين ور وڌا، ته حال في

الحال ٿيڙ سيري چڙهيندس. پير ۽ ٽنگون بي اختيار نچڻ لڳنديون ۽ وات مان سارنگ جي بيتن جي جهونگار نڪرندي. اهري وقت موڙهلن کي به مت اچيو وڃي ۽ اهي به قدرت جي موج مستيءَ ۾ سڀ ڪجهه وساري، ڪو وقت اونگهه ۾ اچي ويندا آهن.

ڏينهن ڏاڍا ٿيا آهن ۽ ڪانوَ جي اک پئي نڪري، هاڙهه لڳو پيو آهي، گاهه سڪي ويا آهن، وڻن جا پن پيلا پيا لڳن، پٽ تاساريل آهن، پري ڪان رڃ پئي جرڪي. ماڻهو، مرگهه، مينهون، سڀ سارنگ کي پيا سارين، آڙيون ابر جي آسري ۾ انتظار ۾ آهن، تاڙا تنواري رهيا آهن، سمنڊ جون سپون سڄ ڏي سڪ سان پيون نهارين- ساريءَ جوڙ ۾ آنڊ مانڊ آهي، ڏڪار پريان ڏيکر پيو ڪري، ٿري بري ويلا ڪڍي رهيا آهن: باقي مالدار موڏين جا پانڊا پريل آهن، ڪڳيون پيا هڻن، چي: چاڻ اسان جي انن جو اگهه ٿيو پر اجهو ٿو سندن سانديل ان گرڪي ٿئي.

مطلب ته ساريءَ ڪائنات ۾ ٿرٿلو آهي.

اتي خدا جي رحمت جنبش ۾ اچي ٿي. اتر جي ڪنڊ کي ڪڪر چوٽي ٿو ڪڍي. لڳهن جي لالائي پسو- چوڏاري ڪارونڀار آهي. رعد جي رڙ تي ڪليون ٿين ڪنبن. وڄن وسڻ جا ويس ڪيا آهن. سارنگ کي ساٿ ڪري، ڏِکِي چٽي رسيلا رنگ ڏيئي سيج تي

چاڙهيو اٿن. اجهو مينهن ٺهه ٺهه ڪري پيو ٺمي. سپڪو پنهنجي اجهي پيڙو اچي ٿيو آهي. مينهون پٺاريون به پچنديون پنهنجي وٿاڻن تي اچن ٿيون. سپ هنڌ سرهائي آهي. ڪانئر ڪم ڪان چڻي پيا آهن. جتي ڪٿي ساز، سرندڙا، سارنگيون ۽ چنگ پيا وڄن، پر انهيءَ آگم جو انگ اهڙو ناهي، جهڙو پرين جو پسڻ. مينهن ۽ نينهن ٻئي هڪڙي اکر آهن. ورهن جا وڇڙيل اچي مڙيا آهن. چو ته سيڻن کان سواءِ روح رچنديون ڪيئن ٿينديون؟

انهيءَ عالمگير خوشيءَ ۾ به اسان جي لاثاني شاعر جو خيال وچيو غريبن تي پوي. چي: ويچارا هن وڏڦڙي ۾ ڪيئن ڪندا؟ هنن جا نجهرا هيٺا آهن؛ واءُ ۽ مينهن انهن کي وڏيڪ جهوري وجهندو. ويچارا کهڙي وهه ويندا، نه اوچڻ اٿن نه آجڪو. ٻر ٻر حال واندين جا، جن جا جاني ور هميشه لاءِ جدا ٿي ويا آهن. شال سندن پکا نه پسن! ويچاريون گجگوڙ ٻڌي وسميو ٿيون وجن ۽ ساهه سڪيو وڃينِ. شال! وارث مٿن اچي اولو ڪري ۽ سندن جهڳي کي جوکو نه رسي!

پر اهي مندبل ته مند تي وڳا آهن. مندائتن مينهن جي کنوڻ ڪا کوٺي ٿئي؟ ٿر بر وٺا آهن. تل ترايون پاٽيءَ سان پرجي ويون آهن. پلر جي پالوٺ سين پٽن پاه

جهليا آهن. گسن تي گاهه ٿيا آهن. وڻ به ساوا چهچ پيا لڳن. اگوندري آب ڪري سانگين جا ساه وريا آهن. ڏنار ڏڻ ڪاهي چنا چڙي، سمر سنباهي، پٽن تي پکڙجي پيا آهن. هاري به ٻج ڪٽي هيج سان ٻنين ڏي هليا آهن ۽ هر سنباهيا، اٺن. ان ارزان ٿيو آهي. جن مهانگو ميڙيو هو، سي اج هٿ پيا هٽن. شل اهي ڏڪاريل موذي، جن کي پنجن مان پندرهن جو آسرو هو، سي ڏيهه مان مري کپي وڃن! سنگهارن ۾ سک ٿيو آهي. مينهون پاڻ مراديون ٿڌا گاهه پيون چرن، وڏي اوه سان ڦر پٽيءَ لائي آيون آهن ۽ سامهون سڄر کير پيون ڏين. مکڻ ماٽيءَ ۾ ڪُنَ پيو ڪري. شل اهڙي وقت پرين پاسارا نه ٿين.

نيٺ سارنگ ملڪ تان سوڙهه لاٿي ۽ ساندهه سهائو ٿيو. اهي وچڙيون جي لال لبيس ڪري آيون، تن جي مهر فقط هن ملڪ سان ناهي! اهي ساري جهان جو سير ڪري، رسول ﷺ جن جي روضي پاڪ تي وسي، روم، شام، ڪابل، قنڌار، دهلي، دکن، چين ماچين ۽ گرنار کان گهمي ڦري ڍٽ ۽ عمرڪوٽ تي پنهنجي ورکا ڪرڻ آيون آهن. اي سائين! شل سنڌ تي سڪار ڪرين ۽ سڀ عالم آباد ڪرين! شاهه جي همدردي سنڌ تائين محدود ناهي، بلڪ ساري جهان کي سميٽي پنهنجي دامن ۾ آڻي ٿي:

”اکيون ميگهه ملهار، صورت تنهنجي سپ جڳ موهيو.
اڪنديا جي ابر ڪي، سرها ٿيا سنگهار،
صورت تنهنجي سپ جڳ موهيو.
موڪل ٿي مينهن ڪي، دوست هٿان دلدار،
صورت تنهنجي سپ جڳ موهيو.“

## روحاني راز:

برسات کان اڳ زمين ۽ ملڪ جي حالت بلڪل ڏکي هوندي آهي، هر چيز جو ڏڪر هوندو آهي. برسات بعد گاهه، ڏٿ، مکڻ، اَنُ ۽ کير وغيره جام ٿيندو آهي ۽ هرڪو سکيو ستابو ٿي پوندو آهي. ساڳئي ريت اسلام کان اڳ عربستان جي حالت بلڪل خراب هئي؛ مگر اسلام کان پوءِ اتي جون حالتون ائين ڦريون، جيئن برسات کان پوءِ ملڪان ملڪ ڦرنديون آهن. اسلام جو لشڪر اسلام جي تبليغ ۽ قانون الاهي جي رائج ڪرڻ لاءِ ملڪن ۾ پکڙجي ويو ۽ پنهنجي رحمت جا ڪڪر ساري دنيا مٿان وسايا.

”مڪي مٿان موٽيون، انيون تي عرفات،
روزي پاڪ رسول جي، رنگ ڪيائون رات،
وچڙيون پرپات، موٽي مصر آئيون.“

# سُر سارنگ

## داستان پهريون

1

اَگِميو [624]، آهي لَگِهَه[625]، پَسُ! لَطيفُ چي،
اُٺو مينهن وَڏُڦڙو [626]، ڪَڍو ڏَٽَ ڪاهي،
چَنَ[627]، چِڏي پَٽِ پَئو، سَمَرُ [628] سَنباهي،
وِهو مَ لاهي، آسَرو اللهَ مان.

2

اَڳَمَ[629] ڪِيا اللهَ، لَڳِهَه پَسُ! لَطيفُ چي،
پَلَرَ [630] جي پالوٿَ[631] سين، پَٽِنِ جَهلِيا پاهَه[632]،
واحِدَ وَڏائِي ڪِيا، مَٿي گَسَنِ گاهه،
سانگين[633]، وَرِيا ساهَه[634]، اُٺَنِ
آبُ[635] اَگُوندِرو [636].

3

آڳَمَ اِيئَن نه اَنگَ[637]، جِهَڙو پَسَڻُ پِرِينءَ جو،
سيٽَنِ رِيءَ، سِيّدُ چي، رُوحَ نَه رُچَنِ[638]، رَنگَ،
سَهَسِين ٿِيا سارنگَ[639]، جانِي آيو جُوءِ [640] ۾.

4

جانِي آيو جُوءِ ۾، ٿِيو قَلَبَ[641] قَرارُ،

وَهِلو[642]، وِچائِين وِيو، ڪَري غَمُ گُذارُ،
نِظارو نِرِوارُ[643]، پِيّ[644] پَسايو پانهنجو.
5
اُبُون ڪَڪَرَ ڪَڏَڙيون، اُتَرَ ڏي آهِينِ،
ڪَري آڳَمَ آئِيُون، مُندَ نَه مَٿائِينِ،
مَٿان لوڪَ، لَطِيفُ چي، گُوندَرَ گَنوائِينِ[645]،
پَلَرَ[646] پِيارِينِ، اُڃِيَنِ آبُ اَگُوندِرو[647].
6
اَڄُ پُڻِ پارَ[648] ڏي، ڪَڪَرَ ٿو ڪَري[649]،
وَسايو واٽَڙِينِ تي، ٿو خالق کَندَ[650] پَري،
پاسارِيان[651] پَري، سانگَ[652] مَ وَڃَنِ سُپِرِين.
7
اَڄُ پُڻِ اُتَر پارَ ڏي، تاڙي[653] ڪِي تنوار[654]،
هارِين هَرَ سَنباهِيا، سَرها ٿِيا سَنگهارَ[655]،
اَڄُ پُڻَ منهنجي يارَ، وَسَڻَ جا ويسَ[656] ڪِيا.
8
اَڄُ پُڻِ اُتَر پارَ ڏي، ڪَڪَرِيُون ڪارِيُون،
وَسي ٿو وَڏَڦُڙو، ٿَهڪَنِ[657] ٿِيُون ٿارِيُون،
لَٿِيَن لُڪ، لَطِيفُ چي، ڍايُون تاسارِيُون[658]،
پِچَندِيُون[659] پَٿارِيُون[660]، وَرِي وَٺاڻِين[661] آئِيُون.
9
اَڄُ پُڻِ اُتَر پارَ ڏي، ڪَڪَرَ ڪِي چوٽِي،

منداِئتي[662] مينهن جِي، کِنوڙِ نَه کوٺِي،
آءٌ لالَنَ موٺِي، گهورِيا رُسَڻَ ڏينهڙا.

10

اَڄُ پُڙِ اُتَر پارَ ڏي، ڪارا ڪَڪَرَ ڪيسَ[663]،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، ڪَري لال لِبيسَ[664]،
پِرين جي پَرديسَ، آئِيُون، ڪَري لال لِبيسَ،
پِرين جي پَرديسَ، مون کي مِينهَنِ ميڙِيا.

11

اَڄُ پُڙِ اُتَر پارَ ڏي، ڪَڪَرَ ڪِيائين،
مُنداِئتَنِ مينهن جي، رُت[665] نه روڪِيائِين،
پَلَرَ[666] پَلِٽِيائِين[667]، سانگِيَنِ[668] گهٽا سُکَ ٿِيا.

12

اَڄُ پُڙِ اُميدُون، آگم سَندِيُون اُپَ[669] ۾،
سانوَڻُ پَسِي سَرَتِيُون! سَڄَڻ سارِيُو مُون،
آئُون آسائِتِي[670] آهِيان، مانَ پِچائي پُون[671]،
گهرُ ته گُهرِجين ٿُون، مُندَ[672] مِڙِيئِي مِينهَن جِي.

13

اَڄُ پُڙِ اُتَر پارَ ڏي، ڪَڪَرَ ٿو ڪَري،
روضي[673] پاڪَ رَسُولَ جي، پَلِٽِيو پَٽَ پَري،
وِڄُن[674] ساڻُ وَري، ته سَنگهارَنِ[675] سُکُ ٿِئي.

14

اَڄُ پُڙِ اُتَر پارَ ڏي، ڪَڪَرَ ٿو ڪَري،
وَسِيو سي پَري، جي ڏَرَ [676] ڏِينهن[677] ڪانِئيا[678].

15

اُتَران ٿِي آئِيُون، ڪَري هَڪَلَ هُوءِ،
پَري تَلَ[679] تَرائِيُون[680]، جوڙي هَلِيُون جُوءِ[681]،
پَسو جا پَٿَنِ ۾، ڪَٿُورِيءَ خُوشبُوءِ،
اَچِي رُوبَرُوءِ، اُنِيُون[682] روضي تان رَسُولَ جي.

16

روضي تان رَسُولَ جي، ڪِيو وِڄُڙِيُنِ وارو،
پَرِيائُون پيرَ پَئِي[683]، نَظَرَ سين نارو،
هادِي! پَرُ حُڪمَ سين، هِيءُ تَڙُ [684] تاسِيارو [685]،
نِرمَلُ[686] نِظارو، پِيّ[687] پَسايو پانهنجو.

17

پِيّ پَسايو پانهنجو، نِظارو ناگاهَه[688]،
لَٿو ڪٿُ قُلوبَ[689] تان، ٿِي وِرُونهَڻَ[690] واهَه،
اُميدُون اَرِواحَ[691]، پِيّ پَسَندي پُنِيُون.

18

وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، سارَنگُ سِينگارِي،
اُڃِيا لَڪَ، لطيف چي، پَلَرَ [692] پِياري،
وِڄُڙِيُنِ واري، ڪَڙِي ڪَعبي تي ڪَرَ نائِيا[693].

19

وَسي تَڏَهن وَسَ[694]، مُندَ[695]، مِڙوئِي مينهن جِي،

ڪٿَرِن[696] ڪيئا[697] چَڏِيا، جي مِڙيون ٿي مَسَ،
گابا مَٿي گسَ، ڏُکَ نَه ڪَندا ڏُڀِرا[698].

20

وَسَڻُ اَکِڙِيُنِ جيئَن[699]، جي هوندَ[700] سِڪِين مينهن،
تَه هوندَ راتو ڏينهن، بَس بُوندِنِئُون نَه ڪَرِيين.

21

ڪَڪَرَ مَنجِهه ڪَپارَ[701]، جُهڙُ نيٽَنِئُون[702] نَه لَهي،
جِهَڙا منهنجا سُپِرِين، تَهِڙا ميگهه مَلهارَ[703]،
ڪَڻُ اَکِيُون، کِلُ يارَ! وَجَنِ سُورَ سَنڌا[704] ڪِيو.

22

جُهڙُ نيٽَنِئُون نه لَهي، ڪَڪَرَ هُونِ نَه هُونِ،
سارِيو سُپِرِيَنِ کي، لُڙِڪَ ڳِلَنِ تي پُونِ[705]،
سي مَرُ[706] رويو رُونِ[707]، جَنِ مُسافِرَ سُپِرِين.

23

گامَ[708] گُندِيءَ[709] گَنجَ[710]، اَبَرَ ۾ اُهاءُ[711] ٿيو،*
پَسِيءَ پَرِ پِرِينءَ جِي، ڏُورِ ٿِيا سَڀِ ڏَنجَ[712]،
شالَ وَسَندو سَنجَ[713]، عاشِقَ تي او هيڙا[714] ڪري.

24

اُنو اوهِيڙا ڪَري، عاشِقَ مَٿي اَچُ،
ڏُور ڏُڪارِيا پَچُ، مِينهَنِ منهن ڏيکاريو.

25

اَڳَڻَ تازِي[715]، پَهَرِ ڪُندِيُون[716]، پَکا پَٽَ سُونهَنِ،

سُرَهِي سيجَ[717]، پاسي پرِين، مَرُ پِيا مينهن وَسَنِ،
اسان ءِ پرِين، شالَ هُونِ بَرابَرِ ڏينهڙا*.

26

بَرَ وٺا، ٿَرَ وَٺا، وَٺِيُون تَرايُون[718]،
پِرِهَه جو پَٿَنِ تي، ڪَنِ وِلوڙا[719] وايُون،
مَڱَڻَ پَرِينِ هَٿَڙا، سنگهارِيُون[720]، سايُون،
ساري ڌُهَنِ سامُهِيُون[721]، پولايُون[722]،
رايُون[723]،
پانِهيُون ءِ پايُون[724]، پَکيِ[725] سُونهَنِ پانهنجي.

27

بَرَ وَٺا، ٿَرَ وَٺا، وَٺو جيسَرُميرُ[726]،
آڱَمَ ڪَري آئِيُون، پانُرِ[727] پَري پيرَ،
لاٿائون، لَطيفُ چي، وانڍِيُنِ[728] مَٿان ويرَ[729]،
سَرَها ڪِيائون سيرَ، سَرَهِيُون سَنگهارِيون ٿِيُون.

28

بَرَ وَٺا، ٿَرَ وَٺا، وَٺِي ڪَڇَ ڪِنارَ[730]،
پوڄاڙِيءَ[731] پَٿَنِ تي، ڏِسُ! نايائون نارَ[732]،
سَباجهي[733] سَتار، لاٿا ڏُرُتَ[734] ڏيهَه تان.

29

سارَنگَ! سارَ لَهيج، اَللهَ لَڳِ[735] اُڃِيَنِ جِي،
پاڻِي پُوڄَ[736] پَٿَنِ ۾، اَرِزان[737] اَنُ ڪَريجِ،
وَطَنُ وَسائيجِ، ته سَنگهارَنِ سُکُ ٿِئي.

30

سارَنگَ کي سارِينِ، ماڙِهُو، مِرگهه[738]، مينهِيُون،
آڙِيُون[739] اَبَرَ آسِري، تاڙا[740] تَنوارِينِ،
سِپُون جي سَمُوندَ ۾، نئين سِجُ[741] نِهارِينِ،
پَلَرَ پِيارِينِ، ته سَنگهارَنِ سُکُ ٿِئي.

31

ڪانڌَ[742] مَ وِڪُڻِ ڪُنڊِيُون، ڌَڻُ سَپوئِي[743] ڌارِ،
اَپِرِيُون، سَپِرِيُون[744] پانهنجون، سَسِيُون[745] سَپِ
سَنپارِ[746]،
بَنَ[747] چَڏي، چَنَ[748] پَئِي، وَچِي وَلَهارَنِ[749] وارِ،
ته اَچِي اَگِٺان[750] بَهارِ“ سَرِلا[751] ڪَندي سَڌَڙا.

32

سارَنگَ کي سَعيو[752]، توکي سَعيو نه ٿِئي،
گُڙِي[753] ٿو گُمانَ ۾، آيو ڪِي آيو،
هارِين لَئي هَرُ هَرِ جاءِ ۾، هادِيءَ هَلايو،
مَتان ايئن پانئيو، تَه بادَلَ آهِه بَسِ ڪِي[754].

33

سارَنگُ سينگاري، وِڃُون وَسَڻَ آئِيون،
بَرِسِي پَٽاري، پَرِيا پَٽَ پُراڻ[755] جا.

وائي

منهنجي سَيِّدُ سارَ لَهندو، مون کي آهِه اُميدَ اَللهَ ۾.

سَجِدي پَئِي سپرينءَ، زارِي زورِ ڪَندو،
مون کي آهِه اُميدَ اَللهَ ۾.
اُمَتَ ڪارَڻِ اَحمَدُ اُتِ، پَرمَلُ[756] پاڪُ پِنَندو،.
مون کي آهِه اُميدَ اَللهَ ۾.
صُورَ [757] ڏَڪا[758] ٿيندو، اَڪِيُون سَڀُ سِڄُ ڪَڍَندو،
مون کي آهِه اُميدَ اَللهَ ۾.
ميڙو ٿيندو مومِنين اُتِ مُحمّدُ مِيرُ مَلَهِيندو[759]،
مون کي آهِه اُميدَ اَللهَ ۾.
نَفسا نَفسِي[760] سَيَڪو ڪَري، داتا[761] دَرِ ٻوڙَندو،
مون کي آهِه اُميدَ اَللهَ ۾.
مُهُٿُ[762] ڏِيندُسِ مَولو [763]، اُتِ بَدِيُون بَخشائِيندو،
مون کي آهِه اُميدَ اَللهَ ۾.

## داستان پيو

1

سارَنگَ سائِي سِٿَ، جِهَڙي لالِي[764] لاکَ[765] جِي،
اِيئَن سي اُبُنِ[766] اَنگِيا[767]، جيئَن سي
چُنِيءَ[768] چِٽَ،
بَرَسِيو پاسي پِٽَ، پَرِيائين ڪُنَ ڪِراڙِ[769] جا.

2

پِرِي[770] پِٽَ تي آئيو، سارَنگُ سِهَجَ مَنجها،
کِڙِيُون[771] کنٽهار جيئَن، وِچُون اُتَرَ وا،

سَرها سَبِزا[772] ٿِيا، ڊامَڻَ[773] ڊِٻَ ڪِيا[774]،*
پَهرِي پَٿَنِيا[775]، پَرِيائِين ڪُنَ ڪِراڙِ جا.

3

پَرِيائِين ڪُنَ ڪِراڙِ جا، وَڻو وارِياسو [776]،
ڪُٽِيتِيءَ[777] ڪِنوَڙِ ڪِيو، چَڱو چَوماسو [778]،
ماڪاڙِيءَ[779] تان موتِيو، ڏيئِي پَٻَ[780] پاسو،
خالِقَ ڪِيو خاصو،
چِيهو [781] چُڪِيءَ[782] ڪَنڌِيين[783].

4

چِيهو چُڪِيءَ ڪَنڌِيين، ڪِيائِين گَڙَنگَ[784] تي گُلَ،
هَڏا ڪٿِيان[785] هَلِيو، پَري تَرايُون تَلَ،
آندائِين آبَ اُچِلَ[786]، مَٿي باغَ بَهارَ ٿِي.

5

اَڄُ رَسِيلا[787] رَنگَ، بادَلَ ڪَڍِيا بُرجَنِ[788] سين،
سازَ، سارَنگِيُون، سُرَندا، وَڄائي بَرُ [789] چَنگَ[790]،
صُراحِيُون[791] سارَنگَ، پَلِٽيُون راتِ پَڌامَ[792] تي.

6

مينهان[793] ۽ نينهان[794]، ٻَئِي اَگَرِ هيڪَڙي،
جي وَسَڻَ جا ويسَ ڪَري، تَه ڪَڪَرَ ڪَنِ
ڪِيهان[795]،
بادَلُ ٿِي بيهان، جي آگَمَ اَچَڻَ جا ڪَرِين.

7

بادَلَ! ٿُمُ پي ڪَرُن،* ڪَڪَّڪَ ڄِتِ مِڙَنِ،

تَنگَ[796] پِڃَنِ، تَرڪَشَ[797] پُسَنِ، سَڄَڻَ ڄِتِ پَونِ.

8

ڪُڏُڪَن[798] ڪانڊُ[799] ڄِتِ ڪِيو، جُھڙُ پَسِيو جهڄَنِ[800]،

وَرَ[801] رِيءَ وانڍِيَنِ[802] اَڏِيا، پَڪا سي مَ پُسَنِ،

اُتَرُ ڍاهي اُنِ جا، ته ڪنهن کي ڪارُون[803] ڪَنِ،

وارِثُ وَرِي تَنِ، اَچِي شالَ اولُون ڪَري[804].

9

ڪُڏُڪَنِ ڪانڊُ ڄِتِ ڪِيو، جُھڙُ پَسِيو جُھڏُڪَنِ[805]،

سُٽِيو رَڙِ رَعدَ[806] جِي، ڪَلِيُون[807] ٿِيُون ڪَنبَنِ،

ڪَلِيُون[808] ڪِينَ ڪُڇَنِ، ويچارِيُون وَرَنِ ري.

وائي

کَرُ[809] مَرُ[810] ڪامي پَچِي، آئون وِينڊي دَرِ دوستَنِ جي.

جِيائين[811] ڏُجَھنِ[812] تَڪِيو، سَڄَڻُ تِيائِين[813] اَچِي،

آئُون وِينڊِي دَرِ دوستَنِ جي.

نُورا پايو نِينهن جا، دَرِ پَلِي جي نَچِي،

آئُون وِينِدِي دَرِ دوستَنِ جي.

## داستان ٿيون

1

مُندَ ٿِي مَندَلَ[814] مَندِيا[815]، ڪِي
اوهِيڙَنِ[816] اوڪَ[817]،
چاچَرِ[818] ٿِي چَنَنِ ۾، مينهُون چَرَنِ موڪَ[819]،
سَرَهِيُون ٿِيُون سَنگهارِيُون، پويو[820] پائِنَ طوقَ،
ميها، چيڙ، ڦُنگُيون[821]، جِتِ ٿِيَنِ سِپِئِي ٿوڪَ[822]،
لاهِيين مَٿان لوڪَ، ڏولائي[823] جا ڏينهڙا.

2

مُندَ ٿِي مَندَلَ مَندِيا، تاڙِي[824] ڪِي تنوار[825]،
هارِين هَرَ سَنباهِيا سَرَها ٿِيا سَنگهارَ،
اَڄُ پُٽِ منهنجي يارَ، وَسَڻَ جا ويسَ ڪِيا.

3

مُندَ ٿِي مَندَلَ مَندِيا، آيو جُهڙُ جهاتي[826]،
هِڪُ اَرزان[827] اَنُ ٿِيو، ٻِيو مَڪَڻُ مَنجِهه ماٿي،
ڪَلِمي سين ڪاتي[828]، لاٿِم ڪَسُ ڦُلُوبَ تان.

4

ڏيئِي ريجُ رائُڪَ[829] ڪي، ڪِيائِين لُوتَڙِيءَ[830] تي لَلَ[831]،
ڏَلهي[832] چَڏِيائِين ڏَرُ[833] ڪي، پاڙِيءَ پَرِيائِين پَلَ[834]،
آندَئِين آبَ اُڇَلَ، موڪَلَ ڦِي مينهَنِ ڪي.

5

مُون جُهڙُ ڏِٺُ اُپَ ۾، ڍولِيا! لَڏَ مَ لاهه،*
اَڇَنِ آبُ اَڪئين ڪِيو، وِڃُون اُتَرَ واءِ،
ڇَنَ[835] چَڏي پَٿِ پاءِ، اَڏُ اُتاهِين پَکڙا.

6

مُحِبّ منهنجا سُپِرِين! آڻِيندُءِ اَللّهُ،
توکي ساري ساهُه، اُڪَندِيو[836] آهُون ڪَري.

7

پاچاڻِيان[837] پَئِي، ڦِيو آڳاڻِيان اَڳِرو[838]،**
چُڪَسِ سَپِ چَئِي، ڏَڍِهن موليٰ مِينهن وَسائِيا.+

8

آڳَمَ ڪِيو اَڇَنِ، سَجَڻَ سانوَڻَ مينهن جيئَن،
پاسي ڏَنِ وَسَنِ، جي سَپُ[839] چَماندَرُ[840] سِڪِيا.

9

اَوڇَڻُ گُهرجي آڇِڪو[841]، جُهوپو[842] سَهي نه سِيءُ،
سُٽائيجِ سُوَڙِ[843] ڪي، حالُ منهنجو هيءُ،

اَڱُڻَ آيو ٿيءُ، ته ڍولِيا! ڪنهن ڍَنگِ[844] ٿِيان.

10

ڪانڌَ تنهنجي پاندَ[845] ري، سَنجهي سِيءَ مَران،
ڪامِلَ! ڪَپاهُنِ[846] ۾، پيئِي ٿارَ ٿَران،
تارِيءَ[847] تِنهن[848] تَران، جيئَن وَرُ
وِهاڻِيءَ[849] وارِيو.

11

ڪانڌَ! تنهنجي پاندَ ري، سيءَ مَران سَپُ راتِ،
ڪامِلَ! ڪَپاهُنِ ۾، جَهپَ[850] نه اَچي جهاتِ[851]،
اَچِين جي پِرِياتِ، ته آئُون سِيءُ نَه سارِيان.

12

مِينڊو [852] مينهن پُسائِيو، سِرِي ٿِيو سيلو[853]،
پَکي پيهِي آئِيو، رَحَمَتَ جو ريلو[854]،
ساجَنُ سَويلو، پيچَ پِنِيءَ[855] گهرِ آئِيو.

وائي

اَڪِيُون ميگهه ملهارَ، صُورَتَ تنهنجي سَپُ جَڳُ
موهِيو[856].
سَجِدو فِيلَ[857] فِي الحالُ ڪِيو، پَسِي
مُطّلِب[858] نُورُ[859] نِراڙَ،

چاپَڻَ وَقتِ ڄامَ[860] جي ڪِريا ڪُنگِرا ڪوٽ ڪُفّارَ،
صُورَتَ تنهنجي سَڀُ ڄَڳُ موهِيو.
آڳي سَڀُ اُپَنِ جو، توکي ڪارِيو [861] سِيرُ سَتّارَ،*
وَلَسَوّفَ يُعّطِيّکَ رَبّکُ[862]، توسين قادِرَ ڪِيا قَرارَ،
صُورَتَ تنهنجي سَڀُ ڄَڳُ موهِيو.
قادِرَ پاڻَ قَسَمَ ڪِيا، خاڪِ قَدَمَنِ جا ڪَلتارَ [863]،
آهِنِ ڪَرَمَ ڪَرِيم جا، اَحمَدَ ساڻُ اَپارَ [864]،
صُورَتَ تنهنجي سَڀُ ڄَڳُ موهِيو.
اُڪنڍِيا[865] جي اَبَرَ [866] کي، سَرَها ٿِيا سي سَنگهارَ [867]،
موڪَلَ ٿِي مينهن کي دوسَ هَٿانِ دِلدارَ
صُورَتَ تنهنجي سَڀُ ڄَڳُ موهِيو.

# داستان چوٿون

1

سَڄَڻَ سانوَڻَ مِينهَن جان، جُهڙُڪَنِ پاسي جهوڪَ[868]،
ڏِيندا پاهُه[869] پَٽَنِ کي، مَنجهان مِينهَنِ موڪَ[870]،
لَسَ[871] پِيارِينِ لوڪَ[872]، آڱَمَ ڪِيو اَکِينِ سين.

2

اَڄُ پُڙِ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪَڪَرَ ٿو ڪَري،

وَسِيو پَري، جي ڏَرَ ڏِينهن ڪانئِيا[873].

3

واھُوندا[874] وِچُون ٿِيون، ڪُڙِيُون ڏانهن ڳَنياتَ[875]،
ڪُنڍِيُون ڪاهي ڳسِ ڪَرِيو، وَچُون ڪَرِيو واٽَ،
سَنگهارَنِ سُکُ ٿِيو، لَٿِي اُجَ اُساٽَ[876]،
جُهڙُ ڦُڙُ ڏيئِي جهاٽَ[877]، پُسائيندو پِٽِيُون[878].

4

سَچو صافُ نَه اُپِري، سَرِلي[879] وِچان سِڄُ،
مُنهن چَڙهِيو ماڙُهُنِ[880] کي، ڏئي واڏائِي وِڄُ،
هينئڙا کَپُ مَ کِجُ،* سِگها مِلندءِ سُپِرِين.

5

ڏَٿِ[881] ڏَرِي پَٿِ پيِيُون، پاسي پارِ کَرَ،
سَپِيئِي پِرِيا سَرَ[882]، پَلَرَ جي پالوٽ سين.

6

ڏَٿَ ڏَرِي پَٿِ پيِيُون آيُون عُمَرِ ڪوٽَ،
پُسايائون پَلَرَ سين، سُکا پَٿَ جي سوٽَ[883]،
چَنچَل[884] ڏيئِي چوٽَ[885]، سَپِ سامارو سَرِ ڪيو.

7

ڏَٿِ ڏَرِي پَٿِ پيِيُون، آيُون ڪاهي ڪاماري[886]،
وَٺا پَٿَ پُراڻَ جا، وَئِيُون ساماري،
ڪَڪَر مِ ڪاري، وِڄُڙِيُن پَسو! ويسَ ڪِيا.

8

ڏِٺِ ڏَرِي پَٽِ پيِيُون، ٿيا وَلهارَن[887] وِيءَ[888]،
سِڄُ چَنڊُ نه پاڙِيان، سيڻَن جي شَبِيهَه[889]،
جي جانِي اَندَرِ جِيءَ، سي پِرِين پيهي گهر آئِيا.

9

ڏِٺِ ڏَرِي پَٽِ پيِيُون، وِڄُن ڪِيو واچو[890]،
پَکو پنهنجي پِرِينءَ لَئي، سِبي ڪَرِ ساچو،
سَڄَڻُ سَباجهو، پيچ پِنيءَ[891] گهرِ آئِيو.

10

ڏِٺِ ڏَرِي پَٽِ پيِيُون، وِڄُنِ ڪِيا ڏَرَمَ[892]،
واحِدَ وَڏائِي[893] ڪِيا، ڪُنڊِينِ[894] ساڻُ ڪَرَمَ،
سَنگهارَنِ شَرَمَ، رَکُ منهنجا سُپِرِين.

11

وَسي سارِي راتِ، صُبُحَ جو ساهُه کَٽي،
مَنجهيِئِي مِينهن پِرِيَن جو، جي تَنَ ۾ هُويِئِي[895] تاتِ،
تَه وِهاڻِيءَ پِرِپاتِ، هوندَ[896] بادَلَ بَسِ ئي نه ڪَرِين.

12

موٽِي مانداڻ[897] جِي، واري ڪِيائِين وارَ[898]،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون چوڏِسِ ٿِي چوڏارَ،
ڪي اُٿي هَلِيُون اِستَنبولَ ڏي، ڪي
مَٽِيُون[899] مَغِرِبَ[900] پارَ،
ڪي چِمِڪَن چِينَ تي، ڪي لَهَنِ سَمَرَقَندين سارُ،

ڪي رَمِي[901] ويِيُون رومَ تي، ڪي ڪابُلَ، ڪي قَنڌارَ،
ڪي دِلِيءَ، ڪي دَکَن، ڪي گُڙَنِ[902] مَٿي گِرِنارَ،
ڪَهِين جُنبِي جيسَرَميرَ تان، ڏِنا بِيڪانير بَڪارَ[903]،
ڪَهِين پُجُ پِچائِيو، ڪَهِين ڍَٽَ مَٿاهِين ڍارَ[904]،
ڪَهِين اَچِي عُمَر ڪوٽَ تان، وَسايا وَلهارَ[905]،
سائينم! سدائين، ڪَرِين مَٿي سِنڌُ سُڪار،
دوسَ[906]! مِٺا دِلدارَ! عالَمُ سَڀُ آبادُ ڪَرِين.

13

موٽِي مانڍاڻِ جي پَري ڪِيائِين پيجَ[907]،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، سارَنگُ چَڙهِيو سيجَ،
تنهن نِوَرِيُون[908] نَوازِيُون، ڏَئِي ڏوٽان[909] ڏيجَ،
بِجَ کَٽِي پَٽَ هَلِيا، هارِي مَنجهان هيجَ[910]،
راضِي مَنجهان ريجَ[911]، عالَمُ سَڀُ آباد ٿِيو.

14

موٽِي مانڍاڻِ جِي، جَڙِي ڪِيائِين جوڙَ،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، ٻَهِه ٻَهِه[912] ٻَڌائُون ٻوڙَ[913]،
اَنَنِ جا عالَمَ[914] ۾، لَکِين ٿِيا کوڙَ[915]،
سارَنگَ لاٿِي سوڙَهه[916]،
ساندَهِه[917] سُهائو [918] ٿِيو.

15

موٽِي مانڍاڻِ جا، پَري ڪَيائِين پَرَ[919]،

وِڇُون وَسَڻَ آئِيُون، ڪوڏان ڪَٽِي ڪَرَ[920]،
مينهون پاڻَ مُرادِيُون، ٿڏا ڇَرَنِ ٿَرَ[921]،
وَڏِي اوهَه[922] آئِيُون، پُنِيءَ لائي ڦَرَ[923]،
ساري اَڇيو سُوا مينهون[924]، ڏِيَنِ کِيرَ سَڇَرَ[925]،
ساڻُ وانڍِينِ وَرَ، پَرِيُون[926] پَرِچَڻَ جُون ڪِيُون.

16

حُڪُمُ ٿِيو بادَلَ کي، ته سارَنگَ ساٿَ ڪِجَنِ[927]،
وِڇُون وَسَڻَ آئِيُون، ٿَهَه ٿَهه[928] مِينهن ٿِمَنِ،
جَنِ مَهانگو لَهِي ميڙيو، سي ٿا هَٿَ هَٿَنِ[929]،
پَنجَنِ مَنجهان پندرَهن ٿِيا، ايئن ٿا وَرَقَ وَرَنِ،
ڏُڪارِيا[930] ڏيهَنِ مان، شَلَ مُوذِي سَڀِ مَرَنِ،
وَرِي وَڏِي وَسَ جُون، ڪِيُون ڳالهيون ڳَنوارَنِ،
سَيِّد چي سَپِن، آهِه توهِه[931] تنهنجي آسِرَو.

17

اَندَرِ جُهڙُ جهورِ[932] وَهي، ٻَهَرِ ڪَڪَرُ نه ڪوءِ،
وَسائِيندِي وِڄُڙِي، حُبَ جَهِين کي هوءِ،
لالَنُ جَنهِين لوءِ[933]، سي اوڪاڙِينِ[934] نه اَکِيُون.

18

اَندَرِ جُهڙَ جهورِ وَهي، ٻَهَرِ بَرسي[935] بُوندَ
اَپارَ[936]،
وَٿِ جَنهِين هُنِ[937] يارَ، سي اوڪاڙِينِ نه اَکِيُون.

19

آڱمِجِي آئِيُون، اُتَران ڪَري اُورِ [938]،
جي پِرِين هُئڙا ڏُور، سي مون کي مينهَنِ ميڙِيا.

**وائي**

آئِي مُندَ مَلهارَ، آئون ڪُهنبا[939] ڪَندِيَسِ ڪَپڙا.
وَسَڻَ جا ويسَ ڪِيا، اَڄُ منهنجي يارَ،
آئِي مُندَ ملهار.
لارَ [940] لائِيندي[941] وَڄَڙا، پِنَڙَسِ پَنيا وارَ[942]،
آئِي مُندَ ملهار.
پَکي آءُ پِرِين ٿُون، لَهُه منهنجي سَيّدَ سارَ،
آئِي مُندَ ملهار.

---

[1]. مهاڻن جيهڪ ذات

[2]. مڪان، جاءِ

[3]. منهن

[4]. مهاڻن جي  هڪ ذات (نوري)

[5]. مڇيءَ جي مٿان لڳلڳدار ڳڳ

[6]. نشان؛ ذرو

[7]. ڪوڙي، ڪوڙيون (Scores)

[8]. عيب، داغ

[9]. ميءَ جي (مي هڪ مهاڻن جي ذات آهي)

[10]. اهو خدا جنهن کي جسماني اکين ان ڏسي نه سگهجي.

[11]. مهاڻن جي هڪ ذات

*. آءٌ تنهنجي زال آهيان

[12]. ويجهو مائٽ

[13]. محصول

**. اي ڄام! تون منهنجو ويجهو عزيز (پيتار) آهين، سو مهاڻن تان محصول معاف ڪرائي ڏي

[14]. (1) مڇين جا ڍير، مياڻي (2) ڪکن جو ٺاهيل ترهو

[15]. هيڻا، ضعيف

***. اي ڄام! سپڪجهه تنهنجي حوالي آهي.

[16]. مسافرن (مهاڻن)

[17]. وڏيون چارون

[18]. ننڍيون پيڙيون

[19]. اڏار، اَجهي، مڪان

[20]. سويل

[21]. مهاڻا

[22]. مڇيءَ جي آنڊن ۽ ڳچين

[23]. انعام.

[24]. ٻچڙن وڙن واريون، نالائق

[25]. ٻچڙن واڙن واريون، نالائق

[26]. تي، مٿان

[27]. مڇي ڦاسائڻ جي مانداڻ

[28]. بدبوءِ هاٽيون، بدبودار

[29]. پاڻيءَ جو ننڍو جانور

[30]. مهاڻن

[31]. ماڻو، انگل

[32]. پيڻ جي پاڙ، جيڪا کائبي آهي

[33]. پاٻوڙن (ميوي جو قسم) جا پن

[34]. پهراڻ، پوشاڪ، ڍڪ

[35]. ڍنڍ

[36]. ڪکن جون سنيهيون

[37]. تيار ٿيو.

[38]. محرَمَ، گهائل مائل، گستاخ، حال پائي

[39]. ڏماڏم، ڏوڪ ڏوڪان، اچ وڃ

[40]. روم (Rome) يورپ جا ملڪ، ڏورانهان ملڪ.

*. ڪينجهر ڪان وٺي روم تائين، ساري جڳ جي سپني مهاڻن کي انعام مليا

[41]. رکي، جهلي

[42]. نرت سان، ڏسي وائسي، چاٽي واٽي

**. هاٽي اهائي روش هلي ٿي، جيڪا ڄام جي حويليءَ ۾ ورتي وجي ٿي.

[43]. ڪسو (گهٽ تور)

[44]. ڪٿرائتو (وڏيڪ تور)

[45]. اصل

[46]. حاضر ڪيو، ڀوٽو ڏنو

[47]. حاضر، موجود

[48]. راجا (ڇام)

***. سپني راڻين وچان.

[49]. سياڻپ، عقل.

[50]. بنا جهل، گهٽو

*. سمون سپني جو سردار.

[51]. موهيو

[52]. پٺيان، مرتبه ۾ هيٺ+ نوريءَ کي پٺيان اچيو بيهن

**. سپني سمين جون دعوائون پڇي پيون ۽ اهي نوريءَ کان مرتبه ۾ پوئتي پئجي ويون

[53]. اڳهين، اصل کان، ازل کان

[54]. ارڪانن ۾، مهانديءَ، روش

[55]. لاڙو، روش، ڍنگ

[56]. سگهڙو

***. ساڻس شادي ڪئي.

[57]. تنهنڪري.

[58]. آذار، اَجهي، مڪان

[59]. تعريف ڪر

[60]. (1) تماچيءَ وٺان (2) اي تماچيءَ جا تعريف ڪندڙ.

*. تماچيءَ جو ديدار ڪرين

[61]. وٺان، ڪان

[62]. هيري (جواهر، نوريءَ) ۾

[63]. پلٽ، ريلو

[64]. هوڪو

[65]. سخا

[66].

[67]. چڏيائين

[68]. قيمتي (هي لفظ ”جهڙي“ لفظ سان لڳي ٿو.)

[69]. مند جو نئون ميوو، سوکڙي

[70]. ونديائين، ورهايائين.

[71]. وانگر، مثل

*. ڪوڙين وانگر خسيس سمجهي وراهيائين.

[72]. عرض، سائل جي صدا

[73]. آبدار موتي

[74]. نيري رنگ جا هيرا

[75]. سلامت

[76]. اي منهنجا مرڪندڙ مڙس.

[77]. ڳاٿَ

[78]. منهنجا پنا، راس ٿيا

[79]. وٽڪار، بيلو

[80]. لذت،، شوق

[81]. ڪنول جا گل

*. بهار جي موسم اَچڻ تي

[82]. هلي، وجي

[83]. جهيرن، مهاڻن جي هڪ ذات.

[84]. تماچيءَ جو نالو مشهور ٿيو

[85]. تنهنڪري

[86]. عزت وڏائي، ماڻهپي ۾ آندو

[87]. چوندا

[88]. چام ڪان

*. چام جون وڏڙيون.

[89]. شاديءَ جو شاميانو

[90]. زالن جو ميڙ (شاديءَ يا غميءَ وقت)

[91]. شاديءَ تي

[92]. ڪانهه، ڪيڏانهن

[93]. نظر ۾ رکيو، آذار

**. ڪنهن مهاڙي چام کي ڪونه ڇڏيو.

[94]. اولاد

[95]. ڏوراهون مائٽ

[96]. نه ڪنهن چائو ۽ نه ڪنهن کي ڇڏيائين (ق.ش)

[97]. شرافت، بزرگي

[98]. (1) طريقو، روش (2) انصاف، عدل

[99]. شان، بزرگي

[100]. دبدبو، شان شوڪت

***. هن بيت جي معنيٰ آهي: نه ڪنهن مهاڻي چام کي ڇائو آهي ۽ نڪو ڪو مهاڻو سندس اولاد آهي، تنهن هوندي به سپني مهاڻن جو نوري جي ناتي سبب ڏوراهون مائٽ آهي (سپني کي هڪ نظر سان ڏسي ٿو.) اهو ئي سچي شرافت ۽ بزرگيءَ جو طريقو آهي، جو سمين ۽ نيچ نوريءَ جو درجو هڪ جهڙو ڪري ڇڏيائين، ڄام جو شرافت ۽ بزرگيءَ جو طريقو آهي، جو سمين ۽ نيچ نوريءَ جو درجو هڪ جهڙو ڪري ڇڏيائين. ڄام جو تخت رواجي تخت ڪونهي بلڪ بزرگيءَ ۽ شان شوڪت تي ٻڌل آهي. ساڳئي ريت خدا بيپرواهه بادشاهه آهي. هوبه جنهنجو اندر اوجل ڏسي ٿو، تنهن کي نوازي ٿو، پوءِ پل ماڻهن جي نظر ۾ هو ڪهڙو به ڪنو ۽ ڪوجهو هجي. (ان اكرمكم عندا لله اتقٰكم : سورة الحجرات)

[101]. ٻَنڌَ تي، (ڍنڍ جو) ڪناري تي

[102]. ڍلون معاف ڪيون، امداد ڪيون، ملهائيون يا مرڪايون.

[103]. صاف ڪريو!، وڇايو!

[104]. اجهو، پناهه

[105]. جادو

[106]. نهن، نيزا (نيٽن جا)

[107]. نئي، ڪنيو وڃِي

[108]. ڪلهي تي

[109]. نوازئي

[110]. وارن جون چڳون

[111]. ويڙهيو

*. مهاڻن سمي ڪي پرڻائي ڏيڻ لاءِ ڪنوار ڪي سنپرائي وارن جون چڳون ويڙهيون

[112]. پاسي ۾، پرسان

[113]. انعام رسيدو، انعام وٺڻ وارو.

[114]. پريسان ٿيا، منجهئا

[115]. گهڻو چاڻندڙ، داناءُ

[116]. وڏن وريامن يا بهادرن

[117]. وڏي سمنڊ، اوڙاه

[118]. ٽاڻا، وقت

[119]. پگھوان، پٽڪا

[120]. ٻيڙي هلائڻ جا ٻَڙ

[121]. هلي وڃڻ، لڙهي وڃڻ

[122]. بانس جي لٺ، جنهن سان ٻيڙيءَ کي ڪناري تان ڌڪبو آهي

[123]. ڪلاچيءَ جي (ڪن) ڪان

[124]. ڪنهن

[125]. روڪيا

[126]. وڏا پالا، گرز

[127]. طري وارين پڳن وارا، پهلوان (مورڙي جا پائر)

*. ڦري يا موٽي نه آيا.

[128]. دير

[129]. جماعت، ٽولي، گروه.

[130]. اهي شيون جن کي ترجي، ننڍي ٻيڙي

[131]. رڇ، وڏيون چاريون

*. هڪ مهاڻي جنهن جو وَيَلن مان هڪ مڙس هو، سا ٿي چوي ته ”نڪو ٿي سندن پيڙيون ڏسان ۽ نڪو ٿي سندن رڇ سڪڻ وارين جاين تي ڏسان.“

[132]. ماڳ پيڙيون نه موٽايون

[133]. مڇيون ماريون ٿي

[134]. گهٽيون

[135]. مارين، مهاڻن

[136]. شيون (هنن جو هٿن جون نشانيون)

[137]. پري ويا، گم ٿي ويا

[138]. ملول، غمگين

[139]. اُس ۾ پٿڪان

[140]. ويرم، دير

[141]. جنجي آذار

[142]. آذرپاءُ ڪريان

[143]. مهاڻن کان مڇيون وٺي وڪڻڻ وارا

[144]. منهن ئي نٿا ڏين، خوش خير و عافيت به نٿا ڪن

**. اسان وٽ مڇيون نه ڏسيو، ٻين ڪن سڌورين وٽ وهٽ ورايو وڃيو واپار ڪن.

[145]. (1) گهميو ڦريو (2) ڳوليو ڦوليو

[146]. ڳوليو ڦوليو

[147]. مٿا

[148]. درياه

[149]. محصول اُڳاڙيندڙ

[150]. ويا

[151]. بدبوءِ

[152]. وڏين مڇين

[153]. ججهائي، گهٽائي

[154]. مڇيون

[155]. پندار يا ڪوٺي دارن

[156]. هاٺيءَ، بدن

*. جن جي جدائيءَ ۾ منهنجي جسم ڪي انهن جو قدر پيو آهي، تن ڪي آهن.

[157]. شايد

[158]. طريقو؛ ريت، عادت

**. مارين (نفس مارڻ وارن) جي روش اها آهي جيئن توهين ڪلاچي جي ڪن ڏانهن مڇ مارڻ لاءِ سنپرو پيا.

[159]. شوق يا هيج ڪري

[160]. گهمندي، تلاش ڪندي

[161]. جيڪو ڳولي نه سگهجي (سمنڊ، پاتال)

[162]. مانگرمڇ

[163]. خوش، سرها.

[164]. ڏيو

*. جيڪو ڪلاچيءَ جي ڪن ڏانهن وڃڻ گهري، سو وري مٿيون مائٽيون ڪهڙيون ٿو ڪري؟

[165]. رڇ

[166]. اونهي پاڙيءَ جي ڪڏ، جيڪا درياهه لهڻ بعد ٿيندي آهي

[167]. مضبوط

[168]. هٿ ڪر

[169]. ڇاريءَ جي ڪناريءَ ۾ وٺيل ڏوري

[170]. ڪاري يا سمنڊ جي شاخ جنهن ۾ پاڻي ٽانگهو هوندو آهي

[171]. ترايون، ڍورا

[172]. ملاح، خلاصي

[173]. بچڙي (مانگرمڇ يعني نفس)

[174]. هلان، حملو

[175]. پاڻيءَ جي اڇ ئي اڇ.

[176]. هڻائين، انيراءِ جي ملڪ مان

[177]. مڱڻهار

[178]. تنبوري، سرندي

[179]. ٿؤنر

[180]. گهنگهرو

[181]. ڏولي، پالڪي (محلات)

[182]. عرض

[183]. ڏوراهين ڏيهه کان

[184]. مگٿهار

[185]. سئن، سوال

[186]. پني، گهري

[187]. جلد، سگهو.

[188]. آئون، مان

[189]. بيٺل، اُپو (گربخشاڻي ”پورو“ يعني نادان لفظ اختيار ڪيو آهي)

[190]. زمين

[191]. پرچندين، راضي ٿيندين، ريجهندين

[192]. بند هاڻ

[193]. صبح

[194]. مان تائين

[195]. دير

[196]. هينئر ئي

[197]. سهڻا

[198]. خوش ڪر، مرڪائي

[199]. خيرات، دان

*. اهڙو ڪو دان ڏيم، جو سپ تمنائون پوريون ٿي وڃنم.

[200]. تندرست، توانو

[201]. ڳران، پڳهرجان

[202]. سوال، مڱڻهار

[203]. رباب وڄائيندڙ

[204]. ڳجهه (مخفي ملاقات)

[205]. نجو، اڪيلو

[206]. دوست

**. مون مڱڻي کي گهري دوست جهڙي ملاقات ڏي.

[207]. بهادر (راءِ ڏياچ)!

[208]. مڱڻهار، فقير

[209]. راڄ ڌڻي، راجا

[210]. جلائيندڙ باهه (دوزخ)

*. (پنهنجو سر ڏيئي) مون کي انيراءِ جي عذابن کان بچائج

[211]. ڏڻي، الله

[212]. توکي ڏياري

[213]. (1) لوڙهو (2) باغ

[214]. عدن (بهشت) جو باغ

[215]. بيمار

[216]. اوهان جي حضور ۾

[217]. چوي

[218]. مدحي قصيدو ڳائيندڙ

[219]. ڏيو

[220]. صدا، سوال

[221]. اوهانجي حضور ۾.

[222]. ڪڏ ۾ وجهي

[223]. سرندي، تنبوري

[224]. معلوم

*. اٿي ڪا منهنجي واهر يا مدد ڪر.

[225]. ڦيري، وري وري، پيرا ڎيئي

[226]. خالي

[227]. چڱا ڪم، سڦلا ڪم.

[228]. ميراثي، گوَئيو (ٻيجل)

[229]. عطا ٿيل، ذات مليل، بنا استاد ڪمال تي پهتل

[230]. هوشيار، قابل

[231]. ساز، سرندو، ڪماچ، تنبورو

[232]. درمانده (ف) بيقرار

[233]. راٽين

[234]. چوارايو (آلاپ ڪديا)

[235]. شڪاري، صباد

*. چارڻ چنگ کان پئي چوارايو ته ”آءٌ مڱڻهار نه، بلڪه قاتل ٿي آيو آهيان.“

[236]. لاءِ

[237]. ڪوٽ، قلعي

[238]. مٺس ورڪا ٿي

[239]. ڇُھيائين

**. مثانئس ماڻڪ موتي نڇاور ڪيا ويا، پر ھن ھڪ کي به ھٿ نه لاٿو + انھيءَ ڪري ئي ساڻس وڙ ٿيا جو ابي ڏاڏي کان وٺي ڳائڻ جو ھنر سندس پيٽ ۾ ھو

[240]. ڇتائي نھاري

[241]. وڇائي

[242]. محلاتن

[243]. قبول ڪئي

[244]. لائق؛ ڳوَئِيو

[245]. ٻاجھه ڪري

[246]. ٻئي ڇڏا (ڏياچ ۽ ٻيجل)

***. ٻئي خلاصا مخفي طرح مليا.

[247]. آئون ’احمد‘ آھيان ’ميم‘ کان سواءِ (حديث).

*. ٻيجل (مرشد) صدا ھَئين ته تنھنجي (ڏياچ يا سالڪ) ۽ منھنجي وچ ۾ ڪو سنڌو سيڙھيو ڪونھي

[248]. ڪن ڪن

[249]. ماڻھن کي

[250]. فارسي يا ذارين ٻولي+ تن اها ڳُجهي ڳالهه سمجهي

[251]. حاصل ڪئي

[252]. انسان منهنجو (خدا جو) ڳجهه آهي ۽ آئون هن جو ڳجهه آهيان (حديث)

**. اها ٻچار وئجي ويئي، اها ڳالهه ٿي چڪي

***. راجا (راءِ ڏياچ) ۽ راڻي (ٻيجل) گڏجي هڪ ٿي ويا

[253]. مٿي (محلات ۾)

[254]. مرداني لباس ۾ ٻانهيون

[255]. ايماندا (راءِ ڏياچ)

[256]. عربي گهوڙو

[257]. ڏيوس، هن کي ڏيو

[258]. ذاران، ڪانسواءِ.

[259]. ڪرايا

[260]. طرحين طرحين

[261]. سرندي

[262]. سر، آلاپ

*. سر لاءِ صدا.

[263]. هئائين (گھر کان ٿي)

[264]. ٽوڪرا

**. جيئن ته خاطري هئم ته ناڪار اصل ڪين ڪندين

***. ڪشتي يا پيالي ۾ اَن داڻا مون ڪڍهن به ڪونه پنيا آهن.

[265]. آءٌ

[266]. زيور، سينگار (سر)

[267]. طالب

[268]. چؤ، ڳائي ٻڌاءِ

[269]. ورثو، ڏات

[270]. اندر مان

+. انهن کان ورثي ۾ مليل ڏات مان ڪي مون کي ڳائي ٻڌاءِ.

[271]. چوي، ٻڌائي

*. جيڪا گرنار ۾ گھڙڻ وقت پئي هنئي، سا مون کي وري هڻي ٻڌاءِ.

[272]. وٺندين

[273]. موراهين، اصل، بنهه

[274]. ڳِنهي، ڪٽي

[275]. وٺ

[276]. موٺي

[277]. پري ڪان، پريان

[278]. راضي ٿئي

[279]. ڏاڍن يا دانن ڪان

[280]. وٺس، ڪيس

[281]. ملاقات ڪريان

[282]. چڱائي، راضپو، مصلحت

[283]. غريبن وٽان

[284]. نٿو چڙهي

[285]. واحد ’مليح‘ سهڻا، نمڪدار، حسين

[286]. نمايو

[287]. تاڙيو، چڪيو.

[288]. موت

*. جيئن تو سارو وقت تاجدارن کي عرش تان ڪيرائي فرش تي پئي ڦٽو ڪيو آهي.

[289]. مرڪي، خوش ٿي

[290]. آئين

[291]. گجگوڙ ڪري، غلغلو ڪندو

[292]. دان

[293]. ٻيٽا، جهجها، گهڻا.

[294]. آسر جو

[295]. مگٽهار

[296]. وڻيو، پسند ڪيو

*. کليو کلايو، ظاهر ظهور، روبرو.

[297]. ڏيانءِ

[298]. ڏولي، محفو

[299]. تندن کي گز سان چڪ ڏئي (ڳاني جو اصطلاح)

[300]. بادشاهه، امير

[301]. پوندي

[302]. روج راڙو، واويلا

[303]. محلات.

[304]. عجيب،ڳجهو

[305]. تنبورو وڄائيندڙ (ٻيجل)

[306]. آواز، گهمسان

[307]. وڳي

*. جيڪي منگتي جي من ۾ هو، سو ٻئي پنهنجي سرندي کان چواراياائين.

[308]. هندن جو سلام جو نمونو (جهءِ هر)

[309]. ڪارو مرچ

[310]. طرفن، ڏيهن، ملڪن

**. جيڪي ملڪن جا سخي آهن تن جي سخاوت جو ويهي دل ۾ اندازو لڳايم

[311]. ٻئي.

[312]. سودو، مٺاسٺا

[313]. پيدا ٿئي

[314]. هميشه لاءِ

[315]. داغ، ٺڪو

*. جي تون ڪا اهڙي شيءِ گهرين ها، جيڪا مون وٽ بنهه نه هجي ها، ته آءٌ ناڪار ڪري وجهان ها ۽ انهيءَ ڪري سخين تي هميشه ٺڪو اچي وڃي ها.

[316]. تنهن جي مٿان

[317]. جنهن جو

[318]. خالي ڪوپري

[319]. جلد

[320]. وچ

[321]. متان

[322]. وچن، وعدو

[323]. سڪٽو، نڏٽڪو

[324]. پئين (متان انيراءِ سان انجام ۾ ڪوڙو ٿئين.)

[325]. نذرانو ڏيڻ

**. منهنجو سر تنهنجي نذراني ڏيڻ جي لائق نه آهي.

[326]. ڪجهه نه آهي

[327]. شرمايو، لڄ

[328]. اُٿل، لپيٽ.، (زياده)

[329]. اُنهيءَ پاسي.

[330]. تي

[331]. وري وري، پيرا ڪيو

[332]. مون کان

[333]. اعليٰ، افضل

[334]. دستاويز، اختيار نامو (سر ڏيڻ سولي ڳالهه آهي)

*. تون مون کي ڪو اهڙو دان ڏي جو پين سوالين لاءِ حجت يا دستاويز ٿئي

[335]. مشڪل

+. سر ڏيڻ (عزت يا مال مرتبي لاءِ) سولي ڳالهه آهي، پر خيرات ڏيڻ مشڪل آهي.

[336]. ڏکيو

[337]. لاڳاپو

[338]. جهوليءَ ۾ وجهه

[339]. پرپور (خوش)

[340]. (هتي مراد) راءِ ڏياچ (جادم جکرو جيڪو سنڌ جي ڏهن ڏاتارن مان هڪ هو)

[341]. سخا

[342]. گهر، تنهنجو سوال

[343]. صبح جو

[344]. هينئر

[345]. هستي، حياتي

[346]. شخصيت وڃائڻ، انفرادي هستيءَ

**. انفرادي هستيءَ (خودي) وڃائڻ ۾ سچي زندگي آهي.

[347]. ويو هليو

[348]. وات ۾

[349]. گهٽا ملڪ

[350]. دان (گهٽيون جاگيرون ڏنيون)

[351]. هلي

[352]. وات مان

[353]. پلي

[354]. ماءُ

[355]. نيڪ، اشراف، سلڇڻ

*. سر خوش خيرعافيت ۾ ئي ڏيندوسانءِ، ازانسواءِ پيا به دهرا دان ڏيندوسانءِ.

[356]. ٿيون.

[357]. ڪان سواءِ

[358]. چڱائي، پلائي

[359]. محلات ۾

*. تارڪ درويش محلاتن ۾ ڪنهن مصلحت ڪان سواءِ ڪونه ايندا. ضرور اِلاهي اَمر هوندن

**. راءِ ڏياچ (سالڪ) جون اَکيون مرشد جي اَکين ۾ الاهي نور ڏسن ٿيون.

[360]. تنبوءَ (محلات)

[361]. راءِ ڏياچ

[362]. چنڊ جا ڪرٽا

[363]. حاصل ڪيائين

[364]. فيض

[365]. طرفن، ملڪن

[366]. تنهن ڪري

[367]. وڏن وڏن بادشاهَن

[368]. ڳجهارت، رمز اشارو

[369]. راضي ٿج

[370]. پوي، وجهان

[371]. پيالي، ڪشتي

***. (ٻيا تنهنجو چنگ ٻڌيو جليو فنا ٿيو وڃن) پرعجب آهي توتي ڪو اثر ڪونه ٿو ڪري.

[372]. هينئون، دل (ڦڦڙ).

*. اهو آلاپ تندن جو ناهي بلڪ الاهي آواز آهي.

[373]. ڳجهه- جيتوڻيڪ سپڪو پيو چوي ته اهو آواز سرندي مان پيو نڪري

[374]. سيگهه ڪري، همت ڪري

[375]. وڏو باز (ڏاتار)

[376]. نعمتون

[377]. تنهنجيءَ

[378]. جي

[379]. بناوت (سر يا جسم جو مٿيءَ جو ٺهيل آهي)

[380]. ويڙئي ڪان

[381]. لائق ٿئي، برابر ٿئي

[382]. وٺ، پيچ، ور

[383]. وڄاڻ، چنگ، واڄو

[384]. احسان، ٿورو

**. سر جي سخاوت جو هيڏو احسان مڱڻهار تي ٿي ٿيو، پر هو اڃا به وڌيڪ پيو گهري.

[385]. متوالي، مجذوب

[386]. پهچائڻ، نِيَڻ.

*. هاڻ پلا سر وڍي، خوش ٿي ته هر هر اچڻ ۽ مگڻ کان چٽي پئين.

[387]. ڪٽار، ڪاتي، خنجر

[388]. جهڙوئي

[389]. خدا کي شڪر ۽ واکاڻ هجي

[390]. آواز ڪري، رون رون ڪري

[391]. راڳ، آلاپ

[392]. تنبورو

[393]. ولائت جو، عمدو

[394]. اهو پٿر جو لوه کي لڳي ته سون ڪري وجهي (ڪامل مرشد، پيجل)

[395]. ڏسڻ شرط

[396]. جوهر

[397]. وڍ

[398]. جوهر

[399]. شهر، ننگر

[400]. روچ راڙو ڪن

**. راءِ ڏياچ جو سر سينگاري پيجل کي ڏين.

[401]. زالون

[402]. روچ راڙو

[403]. ويو هليو.

[404]. محرم (جنهن ۾ جهيڙو جهڳڙو حرام آحي) جو مهينو

[405]. انتظار، ڳڻتي

[406]. امامن جو

*. محرم جو مهينو ڏنو آهي؛ امامن جو انتظار (ماتم) ڪرڻو پيو

[407]. جيڪي کيس وڻن

[408]. ماڻهن

[409]. واه، واه واڪاڻ

[410]. اڳواڻ، پيشوا+ مديني جا شاه (امام)

[411]. مديني مان

[412]. چانوٽيون+ خيما کوڙيائون

[413]. گھوڙن تي سوار ٿيڻ وقت

[414]. طول، طويل، لنبي

[415]. رستي، گس

[416]. هليا

[417]. وڙهندڙن، پهلوانن

*. مسافريءَ ڪري بهادرن جا لڱ (ڪلها، ڪرنگهو ۽ ڪنڌ) سور پيا ڪن.

[418]. مٿي، جلي، رلي

[419]. (1) رمگيا، گذر ڪري ويا (2) رڱجي ريٿو ٿيا

**. اي مومن ٻڌ! ته جيڪا (تون) شهادت جي سختي سمجهين ٿو، سا (امامن لاءِ) شادي جي ڏينهن مثل هئي. + ذرو به يزيد جو ڏوهه نه هو: امامن لاءِ اها سختي نج الاهي محبت جو آثار هو. اها سختي ڪين الله جي طرفان ملي، جو ”دوست ڪهائي دادلا“

[420]. موت

[421]. مينهن (رحمت)

[422]. جهڙ، مينهن

[423]. اهڃاڻ، نشاني

[424]. وعده

*. شهادت لاءِ يزيد جو ذرو ڏوهه نه آهي: شهادت جي سختي انهيءَ ازلي وعدي پاڙڻ لاءِ هئي.

[425]. معاملي، واقعي

[426]. مديني مان.

[427]. چنڊ لٿي 4شعبان جي ڏينهن جڏهن امام اسهيا تڏهن چنڊ سنجهي ئي لٿو هو

[428]. ملهه پهلوان

*. هنن سان (نمبروار) دهل، شڪاري باز، ڪهاڙيون، ڀالا، خنجر ۽ ٻرڇيون هئا.

[429]. جنگ

[430]. رڪ جي ٿهيل هٿيارن

[431]. گُرز

[432]. پٺيان نه هٽڻ وارا

[433]. جهنڊا، عَلَم

[434]. ابهم، معصوم

[435]. محو ٿي، جذبي يا جوش ۾ اچي.

[436]. مصر جون ٺهيل تکيون ترارون

[437]. بيشڪ

[438]. بيبي فاطمہ

[439]. لاش، مڙدا

[440]. ڊنا، ڪنبيا

[441]. ڏڀيا، ڏڪيا

[442]. لڙائي

[443]. سامهون

[444]. تقدير، الاهي امر

[445]. دشمنن

[446]. ازل کان.

[447]. پيارا

[448]. دوستن

[449]. خدا بيپرواه آهي (ق-ش 2012)

[450]. ڳُجهه

[451]. فرشتن

[452]. لڏئو، وفات ڪئي

[453]. آسمان.

[454]. بهادرن جو

*. آهي ڪو جنهن ڪالهه هنن جي جنگ ڏٺي؟

[455]. هاٿين جهڙن پهلوانن

[456]. وڍيا

[457]. نمي، هاري، وهائي (رت جا ريلا وهائي)

[458]. پانئين، سمجهين

**. جنهن او ڪي واٽ مان جان جو نقصان آهي، سا سورهيه صراط المستقيم سمجهي، سر فدا ڪن ٿا.

[459]. ڪُڏِٽا

[460]. جوان گهوڙا

[461]. ملاقات

[462]. ڪھاڙيون

[463]. هٿيار اُجاري تکا ڪندڙ

[464]. نيزا، ڀالا ترارَون (هٿيار)

[465]. بهادرن

[466]. ڪلھن تان

[467]. (1) مُٺل، ڪٺل ، ڦريل (2) اڳواڻ، بهادر

[468]. همراهه

[469]. سنياڻ، پرگھور لھڻ

[470]. بهادرن جو

[471]. اها راند (جنگ) جنھن ۾ رڪ جا هٿيار وهڻ کان بس نٿا ڪن.

[472]. تراريون

[473]. آواز، ڪڙڪو

[474]. هڪلون ڪن

[475]. ترار لڳڻ ڪري سسيون ڌڙ کان ڌار ٿي ڦٿڪن

[476]. جنگ جي ميدان ۾ گجگوڙ ٿي

[477]. توتاريون

[478]. سرندڙا، توتارا

[479]. ٻڏڻ ۾ اچن، وڇن

[480]. نگهبان

[481]. لڏنديون

[482]. ڪپڙن جا ٽڪر جن ۾ زخمين يا لاشن کي ڪٽي ايندا هئا

[483]. ڏوڙ، مٽيءَ

[484]. زالون.

[485]. پتار

[486]. ڇٽن گلن واري

*. جت ترارن جو ڦهڪو لڳو پيو آهي.

[487]. پانءِ، سمجهه

[488]. اصل لُونڌي= وڻ جي ٽاري، جا ڪي ماڻهو شاديءَ وقت گهر آڏو کوڙيندا آهن

**. گهوٽ نه ٿئين. (جنگ جو سنڌي اصطلاحي لفظ، جنهن موجب پڙ ۾ سسي لهڻ کان پوءِ به مانجهي مڙس جو جنگ جاري رکڻ.)

[489]. مرڪان

[490]. گلا (11 کان 12 بيت تائين ڪنهن سپاهيءَ جي زال چوي ٿي).

***. ساري امت لاءِ چوٽڪاري جو باعث ٿيا.

[491]. مٿان، تي

*. يتيمن جي مٿان مصيبت اچي ڪڙڪي

[492]. پهڻ ۽ پٿر

[493]. چاڙهي، چاڙهائي

[494]. ڪن

[495]. هيٺ لٿي

[496]. ماڪ، غبار

[497]. اولاد

[498]. ختم ڪر.

[499]. تون ڏسندين

[500]. خوشي، راحت.

[501]. ڪالهه

[502]. جماعتي، حمايتي، همراهه، طرفدار

[503]. اي پاءَ!

[504]. ڳڀرو، پهلوان (امام حسين)

[505]. آور ۾ اچي ويو

[506]. مضبوط، پختو

[507]. مراد، مقصد

[508]. اسان جو

[509]. حوالي، بلي (تابع).

[510]. هوڪو، نعرو

[511]. چمڪاٽ، جهلڪو

[512]. نعرو (اطلاع ڏنو)

[513]. پسيل، پڳل، پنل

[514]. نابود ٿيا، ناس ٿيا، ونواهه ويئا، شهادت جي سيجَ چڙهيا

[515]. امير، سردار

[516]. سوڙهو گهٽي (شهيد ڪيا).

[517]. رسول پاڪ ﷺ (جو امام حسين جو نانو هو)

[518]. همراه

[519]. وطن

[520]. اڳيرو، پري

[521]. جهلون، حملا، ڪاهون

[522]. تنهن لاءِ

[523]. جنگ

[524]. همراه، ساٿي

[525]. بهادر

*. جنگ جي ميدان ۾ سي ئي بيهندا جن کي پڇڻ کان عار هوندو.

[526]. لشڪر

[527]. زره

[528]. آسرو، محبت

[529]. چوائي، سڏائي

[530]. فقط (زره کان سواءِ)

[531]. ترار

*. جيڪڏهن دشمن توتي ترار سان وار ڪري، ته تون ترار تي ترار هڻ ته بهادر ليکجڻ ۾ اچين.

[532]. شريف؛ نالو

[533]. مانُ يا عزت وارو (حر يزيد جي لشڪر جو سالار هو، جو پوءِ امامن سان شامل ٿيو هو)

[534]. اصل کان، شروع کان

[535]. ايندڙئي، اچڻ شرط

[536]. الله ڪنهن به شخص کي سندس وت کان ٻاهر سختي نٿو سهائي (ق- ش 2، 276).

[537]. پڻ، به.

[538]. پهلوان، بهادر (پانڊپ، امام حسين)

[539]. هزارن جي قيمت واري

[540]. رڪ جي ٽوپي

[541]. جواهر

[542]. ڪانگي

[543]. پڳ

*. سندس ڏند رت لڳڻ ڪري ڏاڙهونءَ جي گل جهڙا ڳاڙها ٿي پيا

[544]. سندس پڳ

**. امام حسين جي دستار جنگ جي ميدان ۾ چوڏهينءَ جي چنڊ مثل پئي بکي

[545]. قيامت جي ڏينهن جڏهن امت اچي مڙندي

[546]. هنجي ماءُ (بيبي فاطمه)

***. ڏند اهڙا هئس جو چڻ موتي ڳٽيا پيا آهن.

[547]. سندس پيشاني

[548]. الله آسمانن ۽ زمينن جي روشنائي آهي (ق-ش 24، 35)

[549]. هن جو زمين تي

[550]. سندس منهن ۾ سجدي جي نشاني آهي (ق-ش 48، 29)

[551]. مٽيو، موتي

[552]. لڳل هئس

[553]. سپئي امتي

[554]. شهادت

[555]. ڳاڙهي ٿي

[556]. امام جي گهوڙي جو نالو

[557]. دشمن مٿان حملا ڪندي + تان جو سج لڙيو.

[558]. پڳون

*. ترارن. ٻن پڳن مان امام جي شجاعت ڏانهن مبالغه آميز اشارو آهي.

[559]. مائٽن، وڏن (Ancestors, Predecessors)

[560]. داءَ، شرط، بازيون (قول)

[561]. ڳڀرو، پهلوان، شهزادي

[562]. لعل جهڙي يا رت مان رتل (امام)

[563]. زين رکي

**. حضرت قاسم شهيد ٿيو.

[564]. جنگ

***. جيستائين جسم جيءُ هو، مرڻ تائين

[565]. ترارن جي نوڪن

[566]. ترار جو جوهر + ترارن، ڀالن وغيره جي چهنبن مٿان پاڻ اچلائي، انهن جي جوهر يا پاڻيءَ جي ڀڪ ڀيءُ (انهن جو نشان ٿيءُ، سر ڏي)

[567]. ڪاڻو، خوراڪ

[568]. انتظار ۾ وهندي.

[569]. ڪٿان، ڪٿن تان

[570]. پاڪڙن ٻڌڻ جا پٽا

[571]. وڍيا، ٽُڪيا

[572]. بهادر

[573]. لاش

[574]. گلي سان لائي (انهن تي چڙهي ويهي ڪاڻو)

[575]. ڀڪريون

[576]. سينگاريو

[577]. بانڪا، بهادر

[578]. (واحدِ ڌهه) ٽُڪر ڌڪا، ٺيلها

[579]. ڪنلن

[580]. زالون

[581]. ڪارو رنگ جنهن ۾ ماتمي لباس رنگيو آهي

[582]. مهانگو (گهٽي استعمال ڪرڻ ڪري)

*. ڳجهون هڪ هنڌ نٿيون وهن پر وتن جنگ جي ميدانن ۾ جهوتون پائيندين.

[583]. لامارا ڏيو

[584]. پنهنجا مٿا امامن جي مٿن سان لڳائين

[585]. ڳتل وار (چوٽا)

[586]. چٽ پهريندڙ، پهلوانن

[587]. ڪاڌو، خوراڪ

**. هڪ ٻئي کان هليو وڃيو پڇن ته جنگ جو ميدان ڪٿي آهي؟

[588]. ترار هٽندڙ، بهادر

[589]. ڍڳيءَ جو (گوشت)

[590]. ميهي، ماهئي، مينهن جو (گوشت).

[591]. واريءَ سان لٽيل، رت جي ريگاڙن ۾ لت پَت ٿيل (ڪربلا جي ميدان جو)

[592]. راجا

[593]. جيري ۾، جگر ۾

[594]. حوالي يا سپرد ڪيو

[595]. وائي سور، سنڌن جو سور

[596]. گُلن جون

[597]. ورڪا، وسڪارو

[598]. سور، تنگيون

[599]. توڙِ، ڪاڌو، خوراڪ، رزق

[600]. هنگاما، لڙايون

[601]. غازي، غيرتمند

[602]. بهادر

[603]. بهادرن

[604]. هو (سچا مومن) خدا جي واٽ ۾ وڙهن ٿا (ق.ش 5، 54)

[605]. موڙَ.

[606]. هٿيارن وارا

[607]. پائيٽا (پائرن جا پُٽ)

[608]. بهادرن، تلوارون

[609]. سوپارا، سرخرو

[610]. مڪان

[611]. مٿاهان، ممتاز

[612]. بهشت

[613]. الله ﷻ

[614]. الله

[615]. هو، اُهي

[616]. منهن

[617]. قطارون

*. ڪارن ڪنين لڳل تير هڪ ٻئي پٺيان پئي اُڏاٽا.

[618]. گروهن، جماعتن

[619]. آسمانن.

[620]. دل ۾

[621]. سوز، درد

[622]. زور وارو، جبرو

[623]. بخشيندو، معاف ڪندو.

[624]. جهڙ ڪيو

[625]. گهاٽو ڪڪر

[626]. زوردار مينهن

[627]. هيٺانهين جاءِ، چپر

[628]. سامان، ڪاٺو

[629]. جهڙ، مينهن جو سعيو

[630]. مينهن جو پاڻي

[631]. پلٽ، اُٿل

[632]. رنگ، ريج، پٽ ساوا ٿيا

[633]. اهي ماڻهو جي مال سانگي ڪڏهن ڪٿي، ڪڏهن ڪٿي رهن، خانه بدوش، مارو ماڻهو

[634]. خوشيون ٿيون

[635]. پاڻي

[636]. بنا گوندر، گهٽو

[637]. ڪڪرن جا ليڪا، چٽ، آثار

[638]. خوش ڪن، وڻن

[639]. راڳڻي جو نالو، جهڙ، خوشيون

[640]. مڪان.

[641]. دل کي

[642]. جلد، سگهو، ترت

[643]. ظاهر، پڌرو

[644]. پرينءَ

[645]. وڃائين

[646]. مينهن جو پاڻي

[647]. غمٿار

[648]. غمٿار

[649]. ملار يا جهڙ ٿو ڪري

[650]. کنڊ (Continents) ملڪ

[651]. پاسي کان

[652]. ڪنهن ڪم

[653]. ڪويل (تاڙو)

[654]. آواز، لات

[655]. ڏنار

[656]. وڳا، ڪپڙا.

[657]. سهٽيون لڳن ٿيون، وڻن ٿيون

[658]. اجايل

[659]. پُسنديون

[660]. متاريون، ڪوڏ مان جانورن کي چوندا آهن

[661]. وَٿاڻن، (ڏانهن) جايون، آستان، مڪان

[662]. موسم واري

[663]. ڪيس جي رنگ جهڙا ڪارا

[664]. لباس، پوشاڪ، وڳا

[665]. مند، موسم

[666]. پاڙِي

[667]. اوتيائين، وهايائين

[668]. سانگ وارن، پرديسين، مارو ماڻهن.

[669]. آسمان

[670]. اُميدوار

[671]. زمين

[672]. موسم

[673]. قبي، مقبري

[674]. ڪنوٽين

[675]. مارو ماڻهن

[676]. سوراخ، ڪڏا، (Depressions)

[677]. (گرم) ڏينهن

[678]. ساڙيا

[679]. تلاءَ

[680]. هيٺانهيون زمينون، چشما، ڍورا

[681]. نهر

[682]. وسيون، وُٺيون

[683]. پيرو ڪري، ڦيرو ڏئي، چمڪاٽ ڪري

[684]. (ٿر ۾) ڪُڻُوهُه

[685]. اُجايل، سُڪَلُ

[686]. پاڪ، نور وارو، روشن

[687]. پرينءَ

[688]. اوچتو

[689]. قلبن، دلين

[690]. ورونهن، خوشي، وندر

[691]. دل جون مرادون

[692]. مينهن جو پاڻي

[693]. پاسا ڍرڪايا، پاڻي هاريو، ڪنڌ نمايا. (ڪَرُ بَدن جي مٿين پاڱي کي چئبو آهي)

[694]. آبادي، سڪار

[695]. موسم

[696]. جي مينهون کير نه لاهين

[697]. ڪٿراڳ، تيسو، ضد

[698]. ڪمزور، ضعيف.

[699]. جيئن

[700]. هوند، جيڪر

[701]. ڪاپار، مٿو

[702]. نيٽڻ يا اکين سان

[703]. مينهن وارا ڪڪر، برسات

[704]. نشان، ڦٿ

[705]. ڪريو پون

[706]. پل ته

[707]. روئين

[708]. ڳوٺ

[709]. اَنُ رکڻ جي گندي

[710]. خزانا، گھٽو

[711]. چمڪو، روشنائي

*. راڳائي فقيرن جي پڙهٽي: ڪامَ ڪٽندي ڪنجَ، آبر ۾ اُهاءُ ٿيو

[712]. ڏنجَهه، ڏک، ڏولائا، اَهنج

[713]. سنجهي ساڻ

[714]. چوها مينهن، وڏيون ڦڙيون، وسڪارا.

[715]. عربي گهوڙو

[716]. ڪنڊيدار سڱن سان مينهون، (مالدار هجڻ جي نشاني)

[717]. کٽ، پلنگ

*. هميشه پاڻ ۾ صلح هجيئون (شاهواٽي)، شال اسان ۾ اسان جي پرين لاءِ ڏينهن هڪ جهڙا هجنِ: يعني ڪي ڏينهن ڏکيا ۽ ڪي سکيا نه هجن!

[718]. ڀورا، ماٿريون

[719]. ڏڌ ولوڙڻ

[720]. مارو ماٽهن جون زالون، موچاريون زالون

[721]. سامهون بيٺل

[722]. خاص رنگ جون مينهون

[723]. خاص رنگ جون مينهون

[724]. رئيسياٽيون

[725]. مَنَهَه ۾

[726]. جيسلمير جو هڪ ملڪ

[727]. ٿر جي وچ وارو حصو

[728]. وڏيرين، چڙين زالن، ڪنواريون زالون

[729]. ڏمر، چڙ، ڪينو

[730]. پاسو، طرف

[731]. شام جو، پوئين وقت

[732]. ڪوهن مان پاڻي ڪڍڻ جو چرخو

[733]. مهر ڪندڙ، رحيم

[734]. ڏک، ڏکار.

[735]. واسطي، ڪارڻ

[736]. گهٽو

[737]. سستو

[738]. هرڻ

[739]. ڍنڍ جا پکي

[740]. پکيءَ جو نالو، جو مينهن ۾ پر گهٽ ٿيندو آهي

[741]. هر روز

[742]. پتار، خاوند

[743]. سچوئي

[744]. ڏيريون خواه ٿلهيون

[745]. رڍون

[746]. سار، ڳڻ، لهه

[747]. جهنگ، پيلو، مٿانهين زمين

[748]. منهه، هيٺائين جاءِ

[749]. ولرن، مال جا ڌڻ

[750]. اڱڻ ۾

[751]. چٺو، وڏي سڌ، جهڙ، ملار

[752]. ڪوشش

[753]. گوڙ ڪري

[754]. ڪئي.

[755]. مڪان جو نالو، ڍرو، پراڻي

[756]. ٻين جو مددگار، پاڪ

[757]. اسرافيل وارو توتاڙو

[758]. ذڪو

[759]. خوش ٿيندو، سرخرو ٿيندو

[760]. پنهنجي پنهنجي جند

[761]. ڏيندڙ سخي

[762]. مان، عزت

[763]. مالڪ.

[764]. لالاڻ

[765]. لاڪ جو ڳاڙهو رنگ

[766]. ٻاڦن

[767]. چٽ ڪڍڻ، رنگ ڏيڻ

[768]. جيئن مٽي جي رنگدار پوتي

[769]. پٽ جي ويجهو هڪ ڍنڍ

[770]. ڦري، وري، ڦيرو ڪري

[771]. ڪليون، خوش ٿيون

[772]. ساوڪون

[773]. گاهه جو قسم جنهنجون پاڙون غريب ڏٿ ڪري کائيندا آهن

[774]. واري جو دڙو، دڙيون ڪيون، گهٽو نڪتيون

*. دِٻَ ڊامڻ اُپايا، دِٻَ تي ڊامڻ اُپريو

[775]. پٿن ڪان يا جا

[776]. واريءَ واري زمي، ٿر

[777]. پوري وقت يا موسم تي ايندڙ

[778]. سانوڻ جا ڏينهن، برسات جي مند

[779]. مڪان جو نالو

[780]. جبل جو نالو

[781]. هڪ قسم جو گاهه

[782]. هڪ ڏنڍ جو نالو

[783]. ڪنڌين تي

[784]. پٽ شاهه کان اڌ ميل پري هڪ زمين جو ٽڪرو

[785]. مڪان جو نالو

[786]. اٺل، پلٽ، پالوٽ.

[787]. رس وارا، وٽندڙ

[788]. تارن جي جهڳٽن

[789]. سچو ٿر

[790]. ساز جو قسم جو وات ۾ وجهي ان جي وچ ۾ پيتل تار کي آڱر سان هلائڻ سان سريلا آوا نڪرندا آهن

[791]. گهگهيون

[792]. پٽ پرسان مڪان جو نالو

[793]. مينهن

[794]. نينهن

[795]. ڪيهون، دانهون

*. اي ڪڪر! تون اتي زور سان مينهن وسائين ٿو.

[796]. گھوڙي جا تنگ

[797]. تيرن رکڻ جون بگڙيون

[798]. ڪنجهن، ڪرڪن

[799]. پتار، مڙس

[800]. ڦسن، غم ڪن، ڳرن

[801]. مڙس

[802]. ماني وندبيندڙ، رنڙن

[803]. پڪارون، دانهون

[804]. يادگيريون ڪري، ڏڪ ڏڪي، پردو ڪري

[805]. ڪٽڪن، تنوارين

[806]. گجگوڙ

[807]. ڪليجا

[808]. اپوجهه جوان زالون.

[809]. گڏهه، دشمن، رقيب

[810]. پلي ته

[811]. جتان، جيئن ته

[812]. ڏجهن غمن، دشمنن

[813]. تتان، تنهن ڪري

[814]. سر منڊ جو ساز، مزا

[815]. تيار ڪيا، بنايا، لڳايا

[816]. مينهن جي ڪڪرن

[817]. وسڪارو

[818]. پاٽي جي آچ، ڀوري

[819]. گهٽو ۽ جالارو پاٽي

[820]. ٺاهيو

[821]. ترڪاريون، ڪنپيون

[822]. اسباب، شيون

[823]. ڏکن، رولڙي

[824]. ننيڙو پکي جو مينهن جي موسم ۾ لنوندو آهي،

[825]. آواز.

[826]. جهٽ پٽ، تکو

[827]. سهانگو

[828]. ميٺي

[829]. پٽ جي ويجهو مکان

[830]. مکان جو نالو

[831]. مهر، پلائي

[832]. پري

[833]. پٽ جي ويجهو هڪ مکان جو نالو

[834]. پٽ جي ويجهو هڪ مکان جو نالو

*. اي پيارا! هلڻ لاءِ جو بوجو يا بار لڏيو اٿئي، سو لاهي نه رک، يعني سعيو ترک نه کر.

[835]. هيٺاهين، جهکاڻ، پٽ جي ويجهو هڪ مکان جو نالو

[836]. سکندڙ، آسروند

[837]. موسم جي پچاڙيءَ ۾

[838]. بهتر، واڌو.

**. جيتوڻيڪ مينهن پاڇاٽو پيو آهي پر اهو آڳاٽي مينهن کان به سٺو پيو آهي. + جڏهن دعائون گهري گهري ٿڪجي پيس تڏهن مَسَ مولا مينهن وسايو.

[839]. سچي

[840]. چمار، حياتي

[841]. آذقو، توشو، سمر

[842]. جهوپڙي

[843]. وڙ کندڙ، محسن، ڪانڌ

[844]. حال ۾

[845]. پلاند، پلؤ، ڍَڪ

[846]. ڪپهه جي اوچڻن ۾، سَوَڙين ۽ پٿرڻين ۾.

[847]. تاتن، ذڪر

[848]. تنهنجي

[849]. رات گذرڻ بعد، صبح ساڻ، جلدي

[850]. ننڊ، پنڪي

[851]. ذات، ٻلڪل، مور، ٻنهه

[852]. وار

[853]. سيلهو، مٿي کي چوڏاري ٻڌل وارن جي چڳ

[854]. وهڪ، لار ڪري وهندڙ پاڻي

[855]. صبح جو، اَسر جو.

[856]. عاشق ڪيو، چريو ڪيو

[857]. هاٿيءَ (شيطان)

[858]. عبدالمطلب، حضرت محمد ﷺ جن جو ڏاڏو

[859]. روشني، مٺيا

[860]. سردار حضرت محمد ﷺ

[861]. ڪرايو

*. آڳي (ڏٺي) سپني آسمانن جو سير ڪرايو! (معراج ڏانهن اشارو)

[862]. سگهوئي تنهنجو رب توکي عطا ڪندو، راضي رکندو

[863]. خالق

[864]. گهٽا

[865]. سڪيا

[866]. ڪڪرن، برسات

[867]. ڏنار، محبوب

[868]. وٿاڻ، اوطاق، مڪان جو نالو

[869]. رنگ، ريج

[870]. جالارو پاٽي

[871]. پاٽيءَ جي اَچ

[872]. ماٽهن.

[873]. جلايا، ساڙيا

[874]. الهندي جي هوا لڳڻ ڪري، اُلهندان، اولهه طرف کان، طرف

[875]. گجرات ۾ هڪ شهر

[876]. اُجَ

[877]. جهٽ، جلدي

[878]. ميدان

[879]. جهڙ، ملار

[880]. ماٺهن

*. اي دل ڳڻتي ۾ فڪر نه ڪر.

[881]. مڪان جو نالو، ريگستان

[882]. ڍورا، تلاءَ

[883]. خشڪ

[884]. چست، چالاڪ (هي بيت چنچل جو چيل ٿو ڏسجي)

[885]. چوٿيءَ تائين پريل، گهڙو.

[886]. هاٽوڪي ضلعي ميرپورخاص جو ڳوٺ ڪامارو (شريف)

[887]. ولرن، ڌڻن

[888]. چارو، ساوڪ، پيلو

[889]. شڪل

[890]. سر آلاپيا

[891]. پرهه ڦٽي

[892]. پلايون

[893]. گهٽائي

[894]. ڏنگن سڱن واريون، مينهون

[895]. اَٿئي، هُيئي، توکي هُئي

[896]. هوند، جيڪر.

[897]. جهڙي ڦڙي

[898]. پيرو، ڪاهه، حملو

[899]. ڏانهن (رخ رکيائون)

[900]. اولهه

[901]. رڙهي

[902]. گجگوڙ ڪن

[903]. ملڪ جو نالو

[904]. پاسي، وٿ، لاڙو، جهڪاءُ

[905]. ولر، ڌڻ، مڪان جو نالو

[906]. دوست

[907]. ريج

[908]. وانديون، ورن ڪان سواءِ زالون، چڙيون

[909]. پيٽا، ججها

[910]. محبت، شوق

[911]. پاٽي.

[912]. واهه واهه

[913]. پاٽي جي اُٿل، گهٽو مينهن

[914]. جهان

[915]. ڍڳ (ٻِي پڙهٽي: آننَ جا عالم ۾، ڳَرنِ اندر ڪوڙ)

[916]. تنگي، مهانگائي

[917]. لڳاتار

[918]. روشني، خوشي

[919]. ڪپر، ڪنارو

[920]. ڪنڌ

[921]. بيابان، پٽ

[922]. ٽٽن (سان) ڪير جي جاءِ

[923]. ٻَچا

[924]. ڪير ڏيندڙ مينهيون

[925]. مٺو، تازو

[926]. پلايون، لائق

[927]. خوشيون ڪجن، ساٿ سڱن

[928]. خوشيءَ مان، مزي مان

[929]. پڇتائين

[930]. ڏڪارِي، مهانگو وڪٽندڙ

[931]. مهرباني، پلائي.

[932]. زور، گهٽو

[933]. گهر، مڪان

[934]. موڳيون ڪن

[935]. وسي

[936]. گهٽو

[937]. هُ‍ُونِ، هجن

[938]. ميڙ، ڪاهه

[939]. ڳاڙها

[940]. چڙي جي اندران وچائيندڙ هڏي جو گهڙيل ٽڪرو

[941]. ٻڌندي (وچڙن کي گهنڊٽيون)

[942]. ڳتيل يا وٺيل وار.

(سهيڙيندڙ: محمد عمر چنڊ) 22 جون 2022

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Lateefyat/Book12/Book_page26.html#%D8%B3%D9%8F%D8%B1%D9%8F_%DA%AA%D8%A7%D9%85%D9%88%DA%8F